# آپگھات جا البم

امرتا پريتم

ترجمو

انمول نظامائي

# آپ گهات جو البم

امرتا پريتم

---

انمول نظاماڻي




سنڌ بوڪ ڪلب

نواب شاهه / حيدرآباد

| | |
|---|---|
| AAP-GHAT JO ALBEM | آپ گھات جو البم |
| Written By: | ليکڪ: |
| Amrta Preetam | امرتا پريتم |
| Translated by: | سنڌيڪار: |
| Anmol Nizamani | انمول نظاماڻي |
| December 2002 | ڊسمبر 2002ع |
| **Pulished by:** | **پبلشر:** |
| Ahmed Zia | احمد ضياءَ |
| Sindh Book Club | سنڌ بڪ ڪلب |
| Nawabshah | نوابشاهه |
| Sindh | سنڌ |
| **Composed by:** | **ڪمپوزڊ باءِ:** |
| Rano Meghwar | راڻو ميگھواڙ |
| Soorij Computers | سُورج ڪمپيوٽرز |
| 13- Madina Market | 13- مدينه مارڪيٽ |
| Khokhar Muhallah | کوکر محله |
| Hyderabad, Sindh | حيدرآباد - سنڌ |
| Phone: 783498 | فون: 783498 |
| **Printed by:** | **پرنٽر:** |
| Pakiza Printers | پاڪيزه پرنٽرس |
| Lijpat Road, Hyd. Sindh | لجپت روڊ حيدرآباد - سنڌ |
| **Price: Rs 60/-** | قيمت: -/60 رپيا |

# فہرست

# هڪ قديم نظم

پيپئرس (Papyrus) هڪ اهڙو ٻوٽو آهي جنهن کي پراڻي مصر ۾ نيل نديءَ جي ڪنڌيءَ سان پوکيو ويندو هو. ان کي ڏکڻ يورپ ۾ ڪٿي ڪٿي اڄان به ڏسي سگهجي ٿو. ان جي پاڙ، هڪ مرد جي ٻانهن جيڏي ٿلهي هوندي آهي جنهن مان سنهڙيون سنهڙيون پاڙون ڦٽنديون آهن. ان جو ٿڙ انڪل ڇهن هٿن تائين مٿي ۾ ويندو آهي. ان جي تارين تي ڦٽل گل ديوتائن جي نظر ڪيا ويندا آهن. ان جي پاڙ جي ڪاٺيءَ مان ٻيڙيون ۽ انهن جا چپ وغيره ٺاهيا ويندا آهن ۽ ٿڙ مان ڪاغذ ٺاهيو ويندو آهي. جوُن ته ان جي ڳپ کي رڌي به ڪائبو هو ۽ ڪچو به ۽ چيو ويندو آهي ته ان جي ڪاٺيءَ مان پوڄا گهرن جي پوڄارين لاءِ ممبر به ٺاهيا ويندا هئا.

مصر جو قديم ادب ان ئي ٻوٽي مان تيار ٿيل ڪاغذ تي لکيو ويو. اهو ادب گهرن جي ڀتين تي سليقي سان لڳل به مليو آهي ۽ قبرن ۾ حفاظت سان رکيل به. انهن ڪاغذن تي جيتوڻيڪ يوناني ۽ اطالوي ادب جي لکيي وڃڻ جا حوالا به ملن ٿا پر ان جي شروعات مصر ۾ ٿي ۽ ابتدائي شڪل ۾ اهو ڪاغذ به ٻين ملڪن ڏانهن اتان ئي ويو.

جوُن ته ٿڙ کي ڪٽي ان کي يڪسان انداز ۾ ڏگهي ۽ يڪسان انداز ۾ سنهڙي هڪ تهه ۾ وڇايو ويندو هو ۽ وري اهڙيءَ طرح هڪ ٻيو تهه ان تي وڇايو ويندو هو. تاڃي- پيٽيءَ جيان. ۽ پوءِ ان اٽيل ٽڪري کي نيل نديءَ جي پاڻيءَ ۾ پڇائي سڪايو ويندو هو. ٿڙ مان نڪرڻ واري ان جي پنهنجي رس ئي پاڻيءَ ۾ پڇي انهن کي جوڙي جڏيندي هئي. پوءِ ان ٽڪري کي لوهه جي وزن سان برابر ڪري اُس ۾ سڪايو ويندو هو. ان جي ڪهرن حصن تي سپين يا هاٿيءَ جي ڏندن جي چوري جي پالش ڪري ان کي چمڪايو ويندو هو.

قديم مصر جون اهي تحريرون جيڪي ان ڪاغذ تي لکيل ملن ٿيون. گهڻو ڪري مذهبي نوعيت جون آهن. نثر ۾ به ۽ نظم ۾ به پر انهن مان هڪ ننڍڙو نظم اهو به ملي ٿو، جنهن جو عنوان آهي ”ماڻهو،

جيڪو زندگيءَ کان آتو ٿي ويو." اها هڪ ماڻهوءَ جي، خودڪشيءَ کان اڳ، پنهنجو پاڻ سان ڪيل ڳالهه ٻولهه آهي. نظم ڪجهه هن ريت آهي:

اڄ- موت مون آڏو واضح آهي
ائين- جيئن سالن جو بيمار صحتياب ٿو ٿئي
۽ جيئن ڪو قيد خاني مان ڇٽي
ٻاهر وڃي ٿو....
اڄ- موت مون آڏو واضح آهي
جيئن ڪنول گلن مان هڪ مهڪ اٿي ٿي
۽ جيئن نشي ۾ ٻڏل ڌرتيءَ جي ڪناري
ڪو ويٺو هجي....
اڄ- موت مون آڏو واضح آهي
جيئن ماڻهو، پنهنجي گهر جي لاءِ ٻيچين ٿي اٿي
۽ جنهن ورهين جا ورهيه
هڪ قيد ۾ گذاريا آهن....

زندگيءَ سان محبت، انسان جي بنيادي چاهت آهي پر لڳي ٿو زندگيءَ مان آتو ٿي وڃڻ به تاريخ جو حصو رهيو آهي.

قديم زمانن ۾ زندگيءَ مان آتو ٿي ويندڙ انسان جي تاريخ ڪهڙي آهي؟ اڄ اسان ڪي ان جو کوج نٿو ملي سگهي پر هيءُ نظم هڪ تاريخي حوالو آهي، جنهن ڪي من جي انتهائي اداس حالت ۾ مرڻ وارن ماڻهن جو پهريون نظم چئي سگهجي ٿو.

۽ ان نظم کي پهرئين نظم چئي ايندڙ صفحن ۾ اڄ جي دنيا جي ڪجهه انهن شاعرن جا نظم ڏئي رهي آهيان، جن زندگيءَ کان آتو ٿي، هن دنيا ۾ زنده رهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو.

آتو ٿي پوڻ وقتي هوندو آهي ۽ انهن خاص لمحن ۾ ڪجهه به ٿي سگهي ٿو پر سڀني شاعرن جي تخليقن ۾ ڪجهه به وقتي نه هوندو آهي. ان ڪري هنن جي تخليقن مرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي....

**امرتا پريتم**

# جيڪ لنڊن

”مون کي سچ جي ڇهري جي جهلڪ ڏسڻ ڏيو. مون کي ٻڌايو، سچ جو چهرو ڪهڙو ٿيندو آهي....“ دنيا جي هي انتهائي خوبصورت سٽ جيڪ لنڊن جي آهي. هڪ ناولسٽ جو نظم.

دنيا جو اهو ايڏو بيباڪ انسان ڪير هو؟... چون ٿا... 1875ع جي جون جي شروع ۾، سان فرانسسڪو جي اخبار ”ڪرانيڪل“ ۾ هڪ خبر ڇپي هئي ته هڪ عورت پنهنجي لؤنڊڙيءَ تي گولي هڻي ڇڏي آهي، ڇو جو هن پنهنجي ٻار کي ان جي پيدائش کان اڳ قتل ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو ۽ ان جي مڙس هن کي ان ڳالهه تان گهر مان ڪڍي ڇڏيو هو. اها عورت جيڪا مرڻ جي خواهش ڪندي ٻه نه مري سگهي فلوراويلمين هئي ۽ ان جو مرد (جنهن سان هن جي ڪڏهن به شادي نه ٿي سگهي) آئرش پروفيسر چيني هو ۽ ماءُ جي پيٽ ۾ پلجڻ وارو اهو ٻار... دنيا جو تمام وڏو ناولسٽ جيڪ لنڊن هو.

ارونگ استون جيڪ لنڊن جي جيون ڪٿا لکندي هڪ ئي ساهه ۾ جيڪ کي پائريٽ، لَور، باسٽرڊ ۽ جينيس چيو آهي.

ڏرتيءَ پنهنجي ڇاتي کولي، جيڪ کي جڻ ته پنهنجو سمورو اندروني ٻيانڪ-پڻو ۽ سمورو حسن ڏيکاري ڇڏيو هجي. دنيا جي هر اديب ڪجهه ٻڌو، ڪجهه ڏٺو، ڪجهه اندازو ڪيو آهي پر جيڪ لنڊن... پنهنجي اکين سان ڪجهه اٿين ڏٺو جو هن کي اکيون ڇنڀڻ جو وقت به نه مليو.

هو ساموندي ڌاڙيل به بڻيو. ملن ۾ ڪوئلو ٻاريندڙ مزدور به ۽ بنان در و ديوار گهر جي آواره راتين جو مجرم ٿي جيل جو قيدي به. هودنيا جي ڪتابن کي پنهنجي نرم هٿن سان اهڙيءَ ريت ڇهي ڇهي ڏسندو رهيو؛ ڄڻ دنيا جو هر مهان ڪتاب هن جي محبوبا جو بدن هجي ۽ هن جا پنهنجا هٿ هڪ مزدور عاشق جا هٿ هجن....

جيڪ کي فرشن جي صفائي يا بنيءَ ۾ ڪوئلا وجهڻ جهڙي جسماني ڪم جي محنت جو هڪ ڊالر ڏهاڙيءَ کان مٿي نہ پيو ملي سگهي ۽ اها ڳالهہ ظاهر هئي تہ جسماني محنت جو اجورو سڄي عمر ان کان وڌيڪ نہ ملي سگهندو. موت جا پاڇا هر وقت هن سان گڏ گڏ هلندا هئا. جنهن کي هن پنهنجي تقدير مڃي ورتو هو. سمنڊ ۾ ٻڏي مرڻ جو خيال ڪوڙ ڀيرا هن جي اکين ۾ چمڪيو. ايڏو جو هڪ ڀيري هو تمام گهڻي دير تائين سمنڊ ۾ ترندو رهيو ۽ دل ٿي دل ۾ پاڻيءَ جي لهرن کي الوداع چوندو رهيو. پر ٿڌڙي نمڪين پاڻيءَ هن جي بدن ۾ هڪ آرس ڀري ڇڏيو ۽ موت جي گهڙيءَ کي هن هڪ دفعو وري اڳتي لاءِ ٽاري ڇڏيو.

بي وس ٿي، هن جي هٿن قلم ڪٺي ورتو. رستن جي ۽ سمنڊ جي ڪوڙ حادثن کي ڪهاڻين جي صورت ۾ قلمبند ڪيائين ۽ مانيءَ جي جاءِ تي ٽپال جون ٽڪليون خريدي انهن ڪهاڻين کي اخبارن ۾ ڇپجڻ لاءِ موڪلي ڇڏيائين. جيڪ جي ماءُ فلورا، انن مهينن جي جيڪ کي هنج ۾ کڻي جنهن مهربان مرد مسٽر لنڊن سان شادي ڪئي هئي. ان ٿي لنڊن جي ٻهرين شاديءَ مان هن کي ٻہ نياڻيون هيون. انهن مان وڏي ليزا، جيڪ سان سڄي عمر پيار ڪندي رهي. هوءَ جيتري ماني بچائي سگهندي هئي، بچائي جيڪ کي اماڻيندي هئي ۽ پنهنجي روز جي خرچيءَ مان ڪجهہ ريزگاري پاسائتي ٽاري، جيڪ جي لاءِ ڪاغذ ۽ سگريٽ خريد ڪندي هئي.

انهن ڏينهن ۾ هڪ هزار لفظن جو معاوضو ڏهہ ڊالر هو. اهو نومبر جو هڪ ڏنڌلو صبح هو جو جيڪ کي هڪ خط مليو جنهن ۾ هن جي پنج هزار لفظن جي هڪ ڪهاڻيءَ جي منظوري هئي. ان سان گڏوگڏ پنجاهہ ڊالرن جو چيڪ هيو. ان خط کي کوليندي، هن جا ڏڪندڙ هٿ، ڄڻ پنهنجي مستقبل جو دروازو کولي رهيا هئا.

ٻيءِ ٻيءَ ڪهاڻيءَ جا چاليهہ ڊالر ملڻ تي جيڪ پنهنجي گروي رکيل سائيڪل ڇڏائي ورتي، گهر جي ٻن مهينن جي مسواڙ اڳوات ادا ڪيائين ۽ ماءُ جو بورچيخانو اٽي ۽ دال سان ڀري ڇڏيائين. ورهين کان هو پنهنجي امير دوست جي ڀيڻ سان، دل جي انتهائي گهرائين سان پيار

ڪندو هو. پر اها محبت پري کان ديدار جي پوڄا مثل هئي. جيڪ جي چين تي ڪڏهن نہ آئي هئي. هاڻي هن جون بہ ڪهاڻيون ڇپجي رهيون هيون تہ پهريون پيرو سينڊوچز خريد ڪري هن ڇوڪريءَ کي پڪنڪ تي گهرايو. جتي ڇوڪريءَ هن جي دل جي طلب کي منظور ڪري ورتو ۽ سال ڪان پوءِ جڏهن جيڪ جون وڌيڪ ڪهاڻيون ڇپجي وينديون تڏهن هن سان شاديءَ جو وچن بہ ڪري ورتائين.

پوءِ پنهي آسمان ۾ چمڪندڙ هڪ خواب ڏٺو. جڏهن جيڪ ڪهاڻيون ۽ ناول لکي رهيو هوندو. هوءَ... هن جي زال هن جي لاءِ پيانو وڄائي رهي هوندي ۽ انهن جا ٻار گهر ۾ کيڏي رهيا هوندا....

دنيا ۾ چار اهڙا عالم گذريا آهن جن کي جيڪ پاڻ کان گهڻو متاثر ٿيو هو ۽ پنهنجو بزرگ مڃيندو هو. ڊارون، اسپنسر، مارڪس ۽ نيتشي. جيڪ پنهنجي دل جي سچي همت ۽ لگن انهن چئن کان ئي حاصل ڪئي هئي. "سپرمين" جو فسلفو جيڪ نيتشي کان ورتو، ان کان اڳ جيتوڻيڪ هن سوشلزم جي فلسفي کي بہ دل جي گهرائين ۾ وسايو هو پر اهي ٻئي مخالف فلسفا هن جي دل ۾ ٽڪراءَ ۾ نہ آيا هئا. ٻئي.... جڻ ساٿي بڻجي هليا.

جيڪ جي محبت جو اقرارن ٻريو سال گذرڻ وارو هو پر جيڪ جي آمدني اڃان اوتري ئي هئي. هوءَ ڇوڪري هن جي غربت کي ورهائڻ لاءِ تيار هئي پر ان جي ماءُ کي اها غربت منظور نہ هئي ان ڪري هوءَ روئي جيڪ کي الوداع چئي وئي.

ويهين صديءَ جي پيدائش واري رات، جيڪ کي محسوس ٿيو جڻ اها هن جي ٻيهر جنم جي رات هئي. هڪ ناشر هن جي ڪهاڻين جي ڪتاب کي شايع ڪرڻ تي رضامندي ظاهر ڪري ڇڏي هئي.

جيڪ شادي ڪئي، گهر وسايو. پنهنجي ڪهاڻين تي پنهنجي شخصيت جي مهر هنيائين. ڍاڍا پئسا ڪمايائين ۽ برباد ڪيائين. هن جي شهرت اهڙيءَ ريت ڦهلي جو قسمت بہ کلي پئي. جنهن اخبار، جڏهن هو ماءُ جي پيٽ ۾ هو، هن جي جيئڻ مرڻ جي خبر ڇاپي هئي، ان ئي اخبار پنهنجا صفحا هن جي تصورن سان ڀري ڇڏيا. جن ڪاڏين ۾ هن کي بنا ٽڪيٽ سفر ڪرڻ تي پڪڙيو ويندو هو. انهن ئي گاڏين مان

لهندي هن کي گلن سان پليڪار ٿيڻ لڳي.

هڪڙو وقت اهڙو به آيو جو جيڪ لنڊن کي آمريڪا جو ڪارل مارڪس چيو وڃڻ لڳو. ۽ جيڪ ستن سالن تائين ساموندي سفر ذريعي سڄي دنيا ڏسڻ جي باري ۾ سوچيو. ان مقصد لاءِ هن هڪ خاص ٻيڙي ٺهرائڻ شروع ڪئي. سفر دوران جيڪو ڪجهه هن کي لکڻو هو. ان لاءِ هن پبلشرن کان اڳواٽ پئسا وٺي ڇڏيا پر ڏهه هزار ڊالر خرچ ڪري به، هن کي محسوس ٿيو ته اجان اها ٻيڙي اڌ به تيار نه ٿي هئي. قرض ورتو ويو. پهاڙي گهر جي لاءِ خريد ڪيل هڪ سئو ٽيهه ايڪڙ زمين به گروي رکي وئي پر پنجويهه هزار ڊالر خرچ ڪرڻ کان پوءِ جيڪا ٻيڙي تيار ٿي. پاڻيءَ ۾ لاهيندي ئي هڪ حادثي جي ڪري ٽٽي زمين ۾ ڦاسي پئي. اخبارن ۾ چٿرون ڪيون ويون. دوستن جو چوڻ هو ته ان ٻيڙيءَ ۾ سفر ڪرڻ خودڪشي ڪرڻ جي برابر آهي پر جيڪ کي اهو موت به منظور هو ان ڪري سفر شروع ٿيو....

ان سفر دوران لکيل ناول جيڪو ٻن سالن کان پوءِ ڇپيو. جيڪ لنڊن جو سڀ کان مهان ناول مڃيو وڃي ٿو. مارٽن ايڊن- ايڪٽيهه سالن جي عمر تائين جيڪ لنڊن جا ويهه ڪتاب ڇپجي چڪا هئا.

آئرن هيل (Iron Heel) جيڪ لنڊن جو اهو ڪتاب هو جنهن جي ڪري آمريڪا جي سرمائيدار پريس هن جي خلاف ٿي وئي هئي ۽ ڏهه سالن کان پوءِ اهو ڪتاب جيڪو دنيا ۾ انقلاب جو عظيم ڪلاسڪ ڪتاب مڃيو ويو پنهنجي اشاعت جي وقت سوشلسٽن پاران به نظر انداز ڪيو ويو ڇاڪاڻ جو جيڪ لنڊن جيڪي پئسا پنهنجي ٻيڙيءَ تي خرچ ڪيا هئا اهي سوشلسٽن کي ناگوار لڳا هئا.

هر صبح جو هڪ هزار لفظ لکڻ جو سلسلو جيڪ جي عمر جيترو ڊگهو هو. زندگيءَ جي حادثن مان جيئن جيئن جيڪ گذرندو ويو. اهڙي ئي ريت هڪ هزار لفظن جو اهو سلسلو هن جي اٽوٽ اصول بنجي ويو. جيڪ جي لکڻ جي ڪمري جي ديوار تي هڪ ننڍڙو نظم هميشه ٽنگيل رهندو هو. جنهن ڏانهن جيڪ اڪثر ڏسندو هو ته لکڻ شروع ڪري ڏيندو هو. اهو نظم هو؛

هاٿي مان ڪم شروع ڪرڻ وارو آهيان

منهنجي دعا آهي يا رب! تہ ڪم ڪان اڳ نہ چوراپان
جيڪڏهن رات ڪان اڳ، منهنجي موت جو وقت اچي وڃي
تہ دعا آهي خدايا! تہ ڪم سان مان نپايان
مان ڪم ڪندو هلان.

جيڪ جو قلعي نما پهاڙي گهر، پٿرن جي ديوارن سان بنجي رهيو هو. جنهن کي روز نهندو ڏسڻ جيڪ جي زندگيءَ جو هڪ حسين خواب هو... ۽ جنهن جي تيويهہ ڪمرن مان اڌ سڄي دنيا جي فنڪارن لاءِ مهمان ڪمرا بنجي رهيا هئا.

جيڪ جهڙو فراخ دل ۽ خوش مزاج شايد اديبن جي نسل ۾ ٻيو ڪونہ ٿيو. پنجن سالن تائين هن جو گهر هر مهمان جي لاءِ کليل رهيو. هن جي ٽيبل ماني ۽ شراب سان سجيل رهندي هئي ۽ هن جا گهوڙا مهمانن جي تفريح لاءِ هر وقت تيار رهندا هئا. اڪثر شام جي وقت هو دوستن کي چئن گهوڙن جي بگيءَ ۾ ويهاري پهاڙي گهر جي هيٺان ڳوٺ طرف ايندو هو. گهوڙن جي ڳچين ۾ ٻڌل خاص گهنڊڻيون وڄنديون هيون ۽ هو ڳوٺ جي هر شراب خاني ۾ وڃي دوستن کي شراب پياريندو، کلندو ۽ کلائيندو هو. رڳو اهو ئي نہ هن جو گهر ناهيندڙ مزدور، جڏهن شام جو ڳاڙهو شراب پيئندا ۽ ڳائيندا هئا، جيڪ بہ انهن ۾ شامل ٿي انهن سان گڏ پيئندو ۽ ڳائيندو هو.

جيڪ جي باري ۾ چيو ويجي ٿو تہ جهڙي قسم جي مسڪراهٽ هن جي چپن تي هئي جيڪڏهن ڪنهن پادريءَ جي چپن تي هجي ها تہ سڄي دنيا مذهبي ٿي وڃي ها.

جڏهن جيڪ جو لڳاءُ پوکيءَ راهيءَ سان وڌي ويو تہ هن جو جيڪو اندروني رشتو سمنڊ سان هو، اهو ئي ڌرتيءَ سان ٿي ويو. زندگيءَ ۾ بہ، تخليقن ۾ بہ. تيونجاهہ مزدور هن سان ٻنيءَ ۾ ڪم ڪندا هئا ۽ پنجٽيهہ مزدور هن جو گهر ناهي رهيا هئا. جنهن تي هن جا دنگئي زميندار کلندا هئا "اهو ائن ،ڪلاڪن جو سوشلزم آهي."

۽ جيڪ پنهنجي ڌيءَ ليزا کي تاڪيد ڪري ڇڏي هئي تہ جيڪو مزدور ڪم جي تلاش ۾ اچي ان کي ڪم ضرور ڏنو وڃي. ڪو بہ بکيو اچيو واپس نہ موٽي. قرض ڏنڻ وارن جو بہ هڪ سلسلو جڙي

ويو. جيلن جا قيدي پنهنجي هٿن جون اٽيل دريون هن جي ايڊريس تي موڪلي ڏيندا هئا. هو قيمت چڪائي ڇڏيندو هو. اديب هر مهيني هن کان ان ڳالهه جي ماهوار پگهار وٺندا هئا ته هو ناول لکي رهيا آهن ۽ آمدنيءَ جو پيو ڪو ذريعو نه آهي. سوشلسٽ پنهنجون زالون ۽ ٻار هن وٽ ڇڏي، جيڪڏهن بيمار هوندا هئا ته علاج ڪرائڻ ۽ جيڪڏهن صحتمند هوندا هئا ته ڪم ڳولهڻ هليا ويندا هئا يا هن کان ئي هڪ ايڪڙ زمين وٺي پنهنجي گذر سفر جو ذريعو بنائيندا هئا ۽ ائين ڍڳي جي سڱن وانگر جيڪ لنڊن سڄي ڌرتيءَ جو بوجهه کنيو بيٺو رهيو.

پٿرن جي ديوارن واري پهاڙي گهر جي تعمير جڏهن مڪمل ٿي ته ان تي اسي هزار ڊالر خرچ ٿي چڪو هو ۽ جنهن صبح تي جيڪ لنڊن کي رهڻ لاءِ وڃڻو هو ان رات اڄ تائين ڪوبه نه ٿو ڄاڻي ته ان کي کهڙيءَ ريت باهه لڳي وئي ۽ جيڪ جي اکين جي آڏو رڳو باهه جا ٻرندڙ شعلا ئي رهجي ويا.

ان باهه جي باري ۾ رڳو ماڻهن جون قياس آرايون آهن. دشمنيون يا حسد جي باري ۾ سوچي سگهجي ٿو. پر سڀ ڪجهه جلي وڃڻ کان پوءِ به جيڪ لنڊن جو فقرو تاريخ ۾ ان ريت لکيل آهي، جنهن کي ڪابه باهه نه ٿي ساڙي سگهي. ان رات جيڪ جا لفظ هئا: "مان اهوئي شخص ٿيڻ چاهيان ٿو، جنهن جو گهر ساڙيو ويو، اهو نه جنهن ساڙيو."

جيڪ جو خواب جلي ويو... انسانيت ۾ هن جو يقين سڙي ويو. هو ڪڏهن ليزا کي چوندو هو: "واعدو ڪر ليزا! جيڪڏهن مان پاڳل ٿي وڃان ته مون کي پاڳل خاني نه ڇڏي اچجانءِ... تون پاڻ... پاڻ منهنجوخيال رکنديئن... ۽ جڏهن مري وڃان، منهنجي رک پهاڙيءَ جي چوٽيءَ تي دفنائي ڇڏجان."

۽ ليزا (جيڪ جي ويڳي پيءَ جي ڀيرين زال جي ڌيءَ) جنهن نوَ سالن جي عمر ۾ هڪ سال جي جيڪ کي پٽن جيان پاليو هو. روئي پوندي هئي ۽ واعدو ڪري ڇڏيندي هئي.

جيڪ زندگيءَ ۾ به ٻيرا شادي ڪئي هئي ۽ ٻئي ڀيرا مايوس ٿيو هو. هن جو هڪ خواب آخر تائين قائم رهيو ته هو پاڻ جهڙي ڪنهن

سنجيده عورت کي اپنائي سگهي ۽ ان سان پيار ڪري سگهي.

۽ جنهن رات جيڪ زهر کائي ڇڏيو. هن جي اکين ۾ خبر ناهي تہ ڪنهن جي خواب جو لاش هو.

ليزا، پهاڙيءَ جي ان چوٽيءَ تي هن جي رک کي دفنايو، جتي جيڪ چيو هو ۽ چانورَ لاءِ پہ پوتا پوکيندي، ان وڏي ڳاڙهي پٿر جي اوٽ بہ ڏئي ڇڏيائين جنهن پٿر جو نالو جيڪ رکيو هو: ”اهو، جنهن کي معمارن عمارت ۾ نصب ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.“

# ولا ديمير ماياڪوفسڪي

مستقبل پسندي روس جي باغياڻي شاعريءَ جي اها تحريڪ هئي جيڪا 1910ع ۾ شروع ٿي ۽ جنهن جي مينيفسٽو تي ولا ديمير ماياڪوفسڪيءَ به صحيح ڪئي هئي. ان جو عنوان هو:

"A Slap in the Face of Public"

روس جي اها مستقبل پسندي گذريل تهذيبي روايتن کي مڪمل طور تي ٽوڙي ماڻهن ۾ نئون شعور آڻڻ پئي چاهي. ان تحريڪ کان متاثر ٿي ماياڪوفسڪيءَ 1915ع ۾ Clouds in Trousers ۽ 1916ع ۾ 1917 Man ع ۾ War and Peace نظم شايع ڪيا. 1918ع ۾ هن نظم ۾ هڪ منظوم ڊرامو Mystery Buffo لکيو، جنهن ۾ بغاوت جي فتح ڏيکاري وئي. ان کان پوءِ به طنزيه ڊراما آهن. 1929ع ۾ Bed Bug ۽ 1930ع ۾ Bath House.

پر تصوراتي آزادي جڏهن عملي روپ ۾ آڏو آئي ته شاعر ان مان مايوس ٿيندو ويو ۽ 1930ع ۾ هن خودڪشي ڪري ڇڏي. هن جي هٿن جو آخري سٽون هيون "روزمره جي زندگيءَ جي پهاڙن سان ٽڪرائجي محبت جي ٻيڙي ٽڪرا ٽي وئي." ان جملي جي معنيٰ محبت ۾ ذاتي مايوسيءَ جي به آهي ۽ سياست ۾ مايوسي جي به.

"مان پيار ڪندو آهيان" نظم ۾ ماياڪوفسڪيءَ پنهنجي وجود جي تصويرڪشي هن ريت ڪئي هئي:

"آءُ ڄاڻان ٿو، جتي ٻين جي دل هوندي آ
سيني ۾، جيئن سڀ ڄاڻن ٿا
پر منهنجو وارو آيو
ته تخليق جو علم پاڳل ٿي ويو.

مان سڄي جو سڄو دل ٻنجي ويم
جيڪا سڄي جو سڄي بدن ۾ ڏڙڪي ٿي...“
۽ ماياڪوفسڪيءَ پنهنجو پاڻ ۾ سج کي ڏٺو
هميشہ چمڪڻ
۽ هر جاءِ تي چمڪڻ
۽ آخر تائين چمڪڻ
اهو سورج جو پيغام آ
— ۽ منهنجو بہ!

# ارنيسٽ ٽولر

1939ع - 1893ع

ارنيسٽ ٽولر هڪ جرمن شاعر ۽ ڊراما نويس هو. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران هو زخمي ٿي ويو ۽ ان عرصي ۾ هن سوشلسٽ خيالن کي اپنائي ورتو 1939ع ۾ هن خودڪشي ڪري ڇڏي. ارنيسٽ ٽولر جو هڪ عظيم نظم آهي:

زنده ماڻهن جي نالي
روئڻ اوهان کي نہ ٿو سونهين
ــــ نہ دير ڪجو
ساٿين جي رت ۾ ڀنل، هڪ ورثو آهي
۽ اهو توهان وٽ آهي.
۽ اميد ڀريا ڪم اوهان جا منتظر آهن
ڏاڍو ڀاري وقت، توهان جي ڳاٽي تي سوار آهي
پر ان کي اهو دروازو ٽوڙڻو آهي.
جنتان هڪ روشن صبح ايندو آهي!

# ارنيسٽ هيمنگوي

1961ع-1899ع

هيمنگوي، اهو آمريڪي ناول نويس آهي جنهن جي تحريرن آمريڪي ادب کي به متاثر ڪيو ۽ انگريزي ادب کي به. 1954ع ۾ نوبل پرائيز حاصل ڪرڻ وارو هيءُ فنڪار 21 جولاءِ 1899ع ۾ اوڪ پارڪ ۾ پيدا ٿيو هو. ادب جي لڳاءَ سبب هن ڪاليج جي تعليم اڌ ۾ ڇڏي ڏني. پهريان اخبار جو نمائندو ٿيو، پوءِ فوج ۾ ڀرتي ٿيو. جتان زخمي ٿي موٽيو. پوءِ پرڏيهي نمائندو بنيو ۽ فرانس، اٽلي، اسپين، سوئيٽزرلينڊ، جرمني ۽ يونان ۾ رهيو.

ٽن ڪهاڻين ۽ ڏهه نظمن تي مشتمل هيمنگوي جو پهريون ڪتاب 1923ع ۾ ڇپيو. پوءِ ڪهاڻين جو ڪتاب In our Times شايع ٿيو. پر هن جي ناول "The Sun Also Rises" (1946ع) جي اشاعت سان ئي هن جي ڪاميابيءَ جي هاڪ مچي وئي. پوءِ هن جي ڪهاڻين جا به مجموعا شايع ٿيا. Men without Women ۽ Winner Take Nothing پر ادب تي هن جي قلم جي مهر هن جي ناول A Fare Well To Arms (1949ع) جي اشاعت سان لڳي.

هيمنگوي اسپين جي بل فائيٽنگ جي باري ۾ نثر به لکيو Death After Noon ۽ سفرنامو به لکيو The Green Hills of Africa پر ان کان پوءِ وري هو ناول ڏانهن مڙيو. غريب طبقي جي سورن کي آڏو رکي هيمنگوي پنهنجو ناول To Have and Have لکيو. ۽ ان کان پوءِ هن اهو عظيم ناول لکيو جنهن جي سڄي دنيا ۾ ڌوم مچي وئي For Whom The Bell Tolls (1940ع) پوءِ هن جي هڪ ننڍڙي ناول Old Man and the Sea (1952ع) هن کي نوبل انعام ڏياري ڇڏيو.

2 جولاءِ 1962ع تي سالن کان اعصابي ڪمزوريءَ جي ڪري هيمنگوي پنهنجو پاڻ کي گولي هڻي ڇڏي. هيمنگوي جو سوانح نگار ان باري ۾ لکي ٿو: ”هن جي سوچ صحيح هئي. انسان شڪست لاءِ نه پيدا ٿيو آهي. انسان مري سگهي ٿو پر هارائي نه ٿو سگهي.“

# ڪاواباتا

1899ع-1922ع

ياس ناري ڪاواباتا 1934ع ۾ پنهنجي بي گهر ٿيڻ جي باري ۾ "اولهہ ڪي ڏسڻ جي منهنجي دل ۾ ڪا خواهش نہ آهي. مان اوپر جون گم ٿيل صديون ڏسڻ چاهيان ٿو. مان شايد گمشده صدين جو شهري هجان. ڀونچال کان پوءِ لڳڻ واري باهہ کان بچڻ جي ڪوشش ڪندڙ ماڻهن جي ڊگهين قطارن کان وڌيڪ ڪنهن شيءِ منهنجي دل تي اثر نہ ڪيو. اهي سڀ جڻ هڪ جلاوطنيءَ تي وڃي رهيا هئا... مون کي ٽالسٽاءِ متاثر نہ ڪيو مان دوستوفسڪيءَ ۾ ٻڏي چڪو آهيان... شايد ان ڪري جو مان منڍ کان ئي هڪ بي گهر ٻار هئس. منهنجو ڪو خاندان نہ هو. هي سفر ۽ ان جي دلگيري هميشہ مون سان گڏ رهندي آهي...."

پنهنجي تنهائيءَ جي باري ۾ ان کان ڪجهہ اڳ 1934ع ۾ ڇپيل هن جيو هو "منهنجي ڪهاڻي "دي ڦال" جي باري ۾ نقادن چيو آهي تہ اها عورت جي جسم جي لاءِ هڪ ٻار جي عجيب خواهش آهي. نيڪ آهي. عام اديبن وانگر منهنجي آڏو انجام خوشگوار نہ آهي. منهنجا ٻار نہ آهن ان ڪري منهنجي مٺ ڀڪوڙيل نہ آهي. مان شهرت جي خاليپڻي/ ڪوڪلائپ کي بہ ڄاڻان ٿو. محبت منهنجو ڏرتيءَ سان ٻنڌڻ آهي. پر مان نہ ٿو سمجهان تہ مون ڪڏهن ڪنهن عورت جو هٿ اهڙيءَ ريت پڪڙيو هجي جيڪو محبت جي معني ۾ ايندو هجي ۽ ڇا اهو عورت کان بہ وڌيڪ زندگيءَ جو هٿ نہ آهي؟ ڇا اهو حقيقت جو هٿ نہ آهي؟ شايد اد جو بہ آهي... ڇا مان هڪ اداس خوشنصيب ماڻهو آهيان؟..."

Snow Country ۽ Thous and Cranes ڪاواباتا جا اهي ناول آهن جن تي هن کي 1968ع جو نوبل انعام مليو. ڪاواباتا جي ابتدائي ڪردارن

۾ خاص ذڪر مسافرن وانگر گهمندڙ هڪ نديءَ جو ايندو آهي ۽ هن جي سمورين تخليقن ۾ سراءِ جي زندگي آهي يا جوانيءَ ڪي ڇهندڙ ان ڇوڪري جي جنهن جو عورتن هٿان ڪنوارپڻو ٽٽي ويندو آهي.

جيئن هڪ عورت ڇوڪري جي مٿن ڪان بيهي، گوڏن ڀر جهڪي ٿي ۽ پوءِ ان جي مٿي وٽ بي ستي ٿي ڪري ان کي سنگهي ٿي.

يا غسل خاني ۾ ڇوڪرو وهنجاريندڙ هڪ عورت هن جي پٺي تي مهٽي ۽ هٿ سان هن جي ڪلهن ڪي ائين ٿي پڪوڙي جو هن جو هٿ ڏڪڻ ٿو لڳي.

يا سخت سردين ۾ ڇوڪري جي پرِ ۾ ويٺل هڪ عورت اوچتو ٻاهر باغيچي ڏانهن ڊوڙي ٿي ۽ هڪ وڻ جي ٽارين ۾ پنهنجو چهرو لڪائي ٻنهي هٿن سان مٿي کي جهلي ويهي ٿي رهي.

هڪ الهڙ ڪنواريءَ جي حسرت ڪاواباتو جي تخليقن ۾ ڪنوڻ جيان اڪثر چمڪندي آهي. اولهه کي حيرت ٿي ته هڪ الهڙ ڇوڪري ڪاواباتا جي تحريرن ۾ ايڏي اهم جاءِ ڇو ٿي والاري؟ ان بابت مشما لکيو ته "اهو نه رسائيءَ تائين رسائيءَ جو نظريو آهي."

تنهائي ڪاواباتا جي تحريرن جو بنياد آهي ۽ ان ئي بنياد تي ترسندي ڪاواباتا اپريل 1972ع ۾ گيس ذريعي گهٽجي خودڪشي ڪري ڇڏي.

# اتيلا جوزف

1937ع-1905ع

هيءُ هنگيرين شاعر (جنهن جي نالي تي اڄ هنگريءَ جو سڀ کان وڏو ادبي ايوارڊ ڏنو ويجي ٿو) هو هنگريءَ جي گاديءَ واري هنڌ بوڊاپيسٽ ۾ پيدا ٿيو. هن جو پيءُ صابڻ ٺاهڻ جي هڪ فيڪٽريءَ ۾ مزدور هو پر ان پار جي عمر اڃان رڳو ٽي سال هئي، جڏهن هن جو پيءُ هن کي ۽ هن جي ماءُ کي ڇڏي ملڪ کان ٻاهر هليو ويو. ماءُ ماڻهن جا ڪپڙا ڌوئي ٻارڙي کي پاليندي رهي پر تمام جلد ڪينسر وگهي مري وئي.

سيڪنڊري اسڪول ۾ پڙهندڙ اتيلا جي دل کي شاعريءَ گهيري ورتو. ۽ سترنهن سالن جي عمر ۾ هن جو پهريون ڪتاب Begger of Beauty ڇپيو. ٻيو ڪتاب به هن جي شاگردي دور ۾ 1944ع ۾ شايع ٿيو جنهن جو نالو هو It is not me shouting, It is the earth rembling.

هن هڪ سال ويانا ۽ هڪ سال پئرس ۾ گذاريو ۽ ادب ۽ سياسيات سان گهرو لاڳاپو پيدا ڪري ورتائين. وري واپس بوڊاپيسٽ يونيورسٽيءَ ۾ هڪ سال ٻيو به گذاريائين. شاعريءَ کي هن گذر سفر جو ذريعو بنائڻ چاهيو جيڪو ممڪن نه هو. هونءَ شاعريءَ ۾ هن نئون موڙ پيدا ڪيو. 1930ع ۾ هن جو شاعريءَ جو مجموعو Ghop at the roots شايع ٿيو. 1931ع ۾ Night in the slums، 1934ع ۾ Bear's Dance ۽ 1936ع ۾ How it hearts نالي ڪتاب شايع ٿيا. چون ٿا ته هن شاعريءَ ۾ نوان نوان افق دريافت ڪيا. پر هن جي ماضيءَ ۾ هڪ ڪربناڪ ٻالجتي هئي ۽ آڌو وقت جون سياسي ڏکيائيون. مٿان اداسي ۽ تنهائي گهرن بادلن جيان ڇانئجي وئي ۽ هن 3 ڊسمبر 1937ع ۾ بالاتون ڍنڍ ويجهو هلندڙ گاڏيءَ هيٺان اچي پنهنجي حياتيءَ جو ڏيئو اجهائي ڇڏيائين.

اتيلا جوزف جي هڪ طويل نظم مان:
مان چمڪندڙ پٿرن جي ديوار تي وينم
۽ گرمين جي گرم هوا، مانيءَ جي خوشبو سمان اچي رهي آهي
مون چپ جي هڪ عادتڙي وجهي ڇڏي آهي
۽ اڄ هتي — هر اها ڳالهه جيڪا مشترڪ هئي
— اها اڄ ڪنڌ نمايو بيٺي آهي
۽ هٿ ٻڌيو جڻ حاضر ٿي هجي....
جهنگ جي پن پن تي تنهنجي شبيهه آهي
تنهنجي نراڙ جي ڇانوَ ۽ تنهنجي چولي جي سرسراهٽ هوا ۾ ٻڌڻ
۾ ٿي اچي
۽ تنهنجي وارن جي چڳ ڪنهن ڏاريءَ ۾ الجهندي محسوس ٿئي ٿي
۽ تنهنجي ڇاتيءَ جو اڀار، شينونديءَ جيان لرزي ٿو
۽ تنهنجي مسڪراهٽ جي پري — ڏندن مان لهي پٿرن کي چمي
هيءُ عشق ڪٿان آيو
اها رڳو تون آن، جنهن چپ جي سازش کي ٽوڙيو آ
توکي مون کان پري وڃڻو آهي
جيئن پاڻيءَ جو آواز پاڻيءَ کان ڏور ويندو آهي
۽ منهنجو وجود، جڻ آسمان جي ڪاراڻ
ڏرتي ۽ آسمان جي وچ ۾ ڪتي تنگجي ٿو وڃي
۽ منهنجو گيت، اڄ به مون سان گڏ ٽنگيل آهي
اهو منهنجو عشق آهي — جيڪو تنهنجي وجود ۾ اٽڪيل آهي.

آخري ڏينهن ۾ لکيل نظم جون به سٽون آهن:
ڪير جي ڏندن سان تو پهاڙن کي ٽوڙڻ چاهيو چريا،
ڇا خواب ڏسڻ لاءِ ڪا رات ڪافي نه هئي!

اتيلا جوزف پنهنجي نظمن لاءِ جهڙي قسم جي ڪردار کي تخليق ڪيو هو، اها هن جي نظمن جي نزاڪت جي گهرج آهي. هيءَ هڪ قسم جي نظمن جي وسيعت آهي. رڳو ان لاءِ، جيڪو منهنجي ضرورت

ڪي- پيار ڪندو هجي ۽ سمجهندو هجي ۽ جيڪو عدم وجود ۾ ليئو پائي سگهي.

۽ مستقبل کي سمجهي وٺي، ڦور تائين ڏسڻ واري وانگر
تہ خواب ڏسندي اکين آڏو ڪوڙ پيرا
خاموشي، انسان جي لباس ۾ گهمندي آ
۽ اهو (جيڪو نظمن کي پڙهي) پنهنجي ڇاتيءَ ۾
ڇلانگون ڏيندڙ هرڻ بہ ڏسي- ۽ گرجندڙ شينهن کي بہ....

# يوڪيومشما

1970ع- 1925ع

25 ڊسمبر 1970ع تي منجهند جو ٻارنهن لڳي ٽيهه منٽن تي پوليس ڊاڪٽرن جي رپورٽ موجب، جڏهن پريس کي خبر ڏني وئي ته يوڪيومشما هاراڪيريءَ ذريعي سان ساهه ڏئي ڇڏيو ته سڄو جپان سناٽي ۾ اچي ويو.

مشما جون سموريون تحريرون ڇٽيهه جلدن ۾ ڇپيون آهن. نوبل پرائيز جي لاءِ هن اديب جو نالو ٻن سالن تائين اڳين فهرست ۾ رکيو ويو. ڪاواباتو کي هن کان وڏي ڄمار جو هئڻ جي ڪري نوبل پرائيز ڏنو ويو ۽ مشما جو نالو ايندڙ سالن جي فهرست ۾ وڌو ويو.

جپان جي روايت موجب هاراڪيري بهادر، خوبصورت ۽ آئيڊيل موت آهي. ۽ چون ٿا ته مشما نوجوانيءَ ۾ ئي ان موت جي تمنا شروع ڪري ڇڏي هئي. ان ڊرامائي موت جي صبح جو مشما وهنجي سهنجي اها وردي پاتي جيڪا شهنشاهه، جپان تي پيهر پنهنجي قبضي جي لاءِ هڪ عوامي فوج ناهي ان کي ڏني هئي. پوءِ هن پنهنجي ناول جي آخري قسط تي صحيح ڪئي ۽ هڪ نوٽ لکي ٽيبل تي رکيائين ته ”انساني زندگيءَ جي هڪ حد آهي پر مان هميشه زنده رهڻ چاهيان ٿو“ پوءِ فوج جي چئن ساٿين کي ساڻ وٺي باقي فوج کي ٻنان ڪجهه ٻڌائڻ جي الوداع چئي ديس جي ايسٽرن آرميءَ جي ڪمانڊر جنرل ماشتا سان ملڻ هليو ويو.

وڃڻ کان اڳ هن ساٿين کي چيو، ”منهنجي هاراڪيري ڪرڻ کان پوءِ رڳو هڪ ساٿي ورتا هاراڪيري ڪندو. باقي ٽي ساٿي نه ڪندا.“ ان تي انهن ٽنهين اعتراض ڪيو پر مجبوراً حڪم مڃي ورتائون ۽ جيئڻ طئه ڪيو ويو هو، ان مطابق جنرل جي ڪمري ۾ وڃي ٻن ساٿين ڪمري کي اندرانِ بند ڪري ڇڏيو. هڪ جنرل جو وات ٻڌو ۽ هڪ

هن کي ڪرسيءَ تي رسين سان ٻڌي ڇڏيو ۽ سفيد ڪپڙي تي لکيل
پنهنجو مقصد هن جي آڏو رکي ڇڏيائون. ”هاٿي جو هاٿي حڪم ڏئي
سموري فوج کي آڏو گرائونڊ ۾ گهراءِ ۽ مان هن ماڙيءَ جي ٽيڪي تي
بيهي اڌ ڪلاڪ فوج کي ليڪچر ڏيڻ ٿو چاهيان.“

مشما جو خيال هو. فوج هن جي حب الوطنيءَ جي پيغام کي ٻڌي
هن جي بغاوت ۾ شامل ٿي ويندي ۽ شهنشاهه کي وري ڀهريان جهڙو
روايتي احترام ملي ويندو ۽ جپان پنهنجي طاقت جي ٻل تي مغربي دٻاءَ
مان آجو ٿي ويندو.

جيڪو سوچيو ويو هو، ائين نه ٿي سگهيو. آفيس ۾ گوڙ مچي
ويو. دروازا ڀڳا ويا. ڪجهه آفيسر زخمي به ٿيا. پوليس به گهرائي وئي
پرفوج مشما جي ليڪچر کي سنجيدگيءَ سان نه ٻڌو. حيران ۽ پريشان
مشما پيهر جنرل جي ڪمري ۾ اچي ڪرسيءَ سان ٻڌل جنرل جي آڏو
فرش تي وڇايل قالين تي ويهي ڇُري سان هاراڪيري ڪئي ۽ جيئن طئه
ڪيو ويو هو، ان کان پوءِ هن جي ساٿيءَ مورتا پنهنجي پيٽ ۾ ڇرو
ٿنبي پنهنجو واعدو پورو ڪيو.

ان خودڪشيءَ جو سڀ کان وڏو سبب، مشما جي دل ۾ ان
”شاهاڻي موت“ جو هڪ گهرو تصور پڌايو وڃي ٿو جيڪو هن جي
سوانح نگار هينري اسڪاٽ اسٽوڪس موجب سالن کان هن جي
تحريرن ۾ به نظر ايندو هو. 1960ع ۾ مشما هڪ ڪهاڻي ”حب
الوطني“ لکي، جنهن ۾ هن هاراڪيري کي شاندار چيو، پوءِ پنج سالن
پڄاڻان هڪ فلم جنهن جو مرڪزي ڪردار هو پاڻ ٻٽيو ۽ هن
خودڪشي ڪئي. وري 1968ع ۾ هن هڪ ناول لکيو جنهن جو
انتهاپسند هيرو هاراڪيري ڪندو آهي. هڪ سال کان پوءِ هن هڪ ٻي
فلم ۾ ڪم ڪيو. جنهن جو هڪ ڪردار ڇري سان پنهنجو پيٽ
چيريندو آهي.“ ائين مشما پنهنجي موت جي سالن کان ريهرسل ڪري
رهيو هو.

مشما کوڙ پيرا پنهنجي جسم ۾ موت جي خيال سان هڪ
سنسناهٽ محسوس ڪندو هو. نوبل انعام يافته ڪاواباتا، مشما جو
ڏاڍو پيارو دوست هو. جيڪو مشما جي موت تي چپ جو چپ رهجي

ويو. رگو ايترو چئي سگهيو تہ ”ڪيڏو نہ ڪجهہ ضايع ٿي ويو.“ ۽ ان ڪان پوءِ هو چپ چاپ لفظن جي دنيا مان ڪم ڪار جي دنيا ۾ واپس اچي ويو ۽ هڪ ڪانفرنس ۾ هن اهو بہ چيو تہ مشما منهنجي پريرنا آهي.“ ان اداسيءَ جو اثر نہ ڄاڻ ڪيڏو گهرو هو جو اپريل 1974ع ۾ ڪاواباتا پڻ گيس سان خودڪشي ڪري ڇڏي.

مشما هيمنگوي وانگر ناول نگار هو پر هن بہ منڍ ۾ هيمنگوي وانگر ڪجهہ نظم لکيا هئا. مشما جو هڪ ننڍڙو نظم آهي:

هر شام، مان پنهنجي دريءَ ۾ ويهي
عجيب حادثن جو انتظار ڪندو آهيان
عجيب بدشگونيءَ جو
هڪ واريءَ جو جهوتو گهٽين ۾ گهمندو آهي
۽ رات جو آسمان تي ڪهڪشان نظر ايندي آهي.

# عورت، تخليق ۽ خودڪشي

*(هيءُ مضمون ”ناگ مني“ ۾ امرتا پريتم جي مختلف تحريرن مان تيار ڪيو ويو آهي.)*

عورت تي ٻن قسمن جو تشدد ٿيندو آهي. جسماني ۽ ذهني. جسماني تشدد واضح طور تي نظر ايندو آهي پر اڪثر سِر نيندڙ ثابت نہ ٿيندو آهي. ان جي ابتڙ ذهني تشدد جيڪو ظاهر ۾ نظر نہ ايندو آهي، پاڻ سان خودڪشيءَ جا سبب ساڻ آڻيندو آهي. اسان وٽ گذريل ڏينهن ۾ عورتن جي خودڪشيءَ جي حوالي سان ڪُجھ ڳالهيون ٿينديون رهيون آهن. سيمينار ٿيا، نفسياتي بنياد تلاش ڪيا ويا. عورتن ۾ خودڪشيءَ جي وڌندڙ رجحانن تي گفتو ٿي پر اهو سڄو مسئلو عام عورتن جي حوالي سان بحث هيٺ آيو. اهي عورتون جيڪي تخليقڪار آهن، شعر چونديون آهن، ناول، افسانا لکنديون آهن، جن وٽ اظهار جي طاقت آهي ان بحث جو حصو نہ بنجي سگهيون. ڇاڪاڻ جو خوشقسمتيءَ سان پاڪستان ۾ ڪنهن تخليقڪار عورت خودڪشي نہ ڪئي آهي. خودڪشيءَ جي پنهنجي مخصوص معنائن ۾ (اهو الڳ بحث آهي تہ انهن کي سوسائٽيءَ ۾ پل پل مرڻو پيو آهي ۽ قسطن ۾) پر دنيا ۾ اهڙين تخليقڪار عورتن جي گهٽتائي نہ آهي جن کي ذهني دٻاءَ يا تشدد جي نتيجي ۾ پنهنجي زندگيءَ جو انت آڻڻو پيو. انهن مان ڪجهہ عورتن کي پنهنجي تخليقن جي ڪري بين الاقوامي شهرت نصيب ٿي ۽ اهي اڄ تائين سڄي دنيا ۾ هر اچڻ واري نسل کي متاثر ڪري رهيون آهن. مثال طور ورجينيا وولف کي ئي وٺو. پنهنجي ناولن جي ذريعي هن جيڪي ڳالهيون ڇيون اهي ڳالهيون عورتن جي آزاديءَ جي تحريڪ جي هر چونڊ ۾ شامل ڪيون وينديون آهن. هن جو هڪ ناول ان مسئلي تي بحث ڪري ٿو تہ لکڻ واري عورت وٽ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪمرو اهڙو هجڻ گهرجي جتي هوءَ پنهنجي آزاديءَ سان لکي پڙهي سگهي يا جيڪو

هن جي دل چوي ڪري سگهي. اچ غور ڪرڻ سان به ڪجهه مردن کي ياد نه ايندو ته اديب عورت هيل تائين اهڙي هڪ ڪمري کان محروم آهي.

عورت انسان کي جنم ڏيڻ کان پوءِ تخليقڪار جو رتبو ماڻي وٺي ٿي پر جڏهن هوءَ شعر ٿي چوي يا ڪو افسانو ٿي لکي ته هوءَ پنهنجي پيڙي تخليقي عمل سان انساني تهذيب کي مالا مال ڪندي آهي. پر تخليق جي پيڙي عمل بلڪ پيڙي اذيت مان گذرڻ واري عورت ڪوڙ پيرا شڪست کي منهن ڏيڻ کان پوءِ پاڻ پنهنجي تخريب تي لهي ايندي آهي. هوءَ جڏهن پنهنجو پاڻ کي ختم ڪندي آهي ته هوءَ اصل ۾ هڪ انسان کي به قتل ڪندي آهي. تخريب جي ان اهم عمل کي اسان سهولت لاءِ خودڪشي چئي سگهون ٿا. جيتوڻيڪ ورجينيا وولف جڏهن 28 مارچ 1941ع تي درياءَ ۾ ٻڏي پنهنجو انت آندو ته اهو سانحو هڪ غير معمولي صورتحال جو مظهر بنجي ويو. ورجينيا 1882ع ۾ پيدا ٿي هئي. ان حساب سان هن اوڻهٺ سالن جي ڄمار ۾ خودڪشي ڪئي. اها ڳالهه غور جوڳي آهي ته جڏهن عالمي شهرت رکندڙ هڪ اديب عورت ان عمر ۾ خودڪشي ڪري ٿي ته ان جي ان عمل پٺيان ڪهڙي قسم جون روحاني اذيتون رهيون هونديون.

ورجينيا وولف نه رڳو افسانوي ادب جي دنيا ۾ پر عورت جيءَ آزاديءَ جي تحريڪ ۾ به نمايان حيثيت جي حامل سمجهي ويندي آهي هن جي ڪهاڻيءَ جي لکڻ جي انداز ۾ روزمره جا تجربا تاريخي طور تي قبوليت جو درجو حاصل ڪري چڪا آهن. هن به پيرا پنهنجي خود نوشت سوانح عمري به لکي ۽ ان کان پوءِ هن جي مڙس هن جي ڊائري به شايع ڪئي پر پنهنجو آخري ناول "بتوين دي ايڪٽس" لکڻ کان پوءِ نه ڄاڻ هن کي ڪهڙي قسم جي شڪست جو احساس ٿيو جو 28 مارچ 1941ع تي هن درياءَ ۾ ٻڏي پاڻ گهوري ڇڏيو. هوءَ غالب وانگر ان قسم جي پڇتاءَ جي لاءِ زنده نه رهي ته:

> هوئي مرکي هم جو رسوا، هوئي کيون نه غرق دريا
> نه ڪيي جنازه انتا، نه ڪهين مزار هوتا.

درياءَ ۾ ٻڏي ته سهڻي به هئي، پر سهڻي ڪچي گهڙي جي فريب

جي نتيجي ۾ مري وئي ورجينيا وولف تہ جاڳندڙ ذهن ۽ ٻڏندڙ دل سان درياءَ ۾ ٽپي هئي.

پر درياءَ ۾ ٻڏڻ جو اهو مثال ڪو ورجينيا وولف سان ئي خاص نہ آهي. مثال اسان 1882ع ۾ ئي پيدا ٿيڻ واري ايفنسيا ستورنيءَ جو ذڪر ڪري سگهون ٿا. هن جي جدوجهد زندگيءَ جي ابتدائي سالن ۾ ئي شروع ٿي وئي هئي. سوئٽزرلينڊ جي ان شاعره کي ٻالجتيءَ کان ئي ٿيٽرن ۾ ڪم ڪرڻو پيو. اجان رڳو هوءَ تيرنهن سالن جي هئي جڏهن اسٽيج ۽ اسڪول هن جي روزگار جا ذريعا بڻجي ويا. شعر لکڻ کان سواءِ هن ڊراما بہ لکيا ۽ صحافت جي پيشي سان بہ لاڳاپي. هن کي بہ درياءَ ۾ ٻڏي خودڪشي ڪرڻي پئي. ايفنسيا هڪ نظم ۾ پنهنجي صورتحال کي هن ريت بيان ڪيو آهي.

منهنجي نظمن جيڪو ڪجهہ چيو
اها شايد هڪ ممنوعہ ڳالهہ هئي
جيڪا عورت جي ذات کان عورت جي ذات تائين
ڏاڍي لڪائي ۽ دٻائي رکيل ڳالهہ هئي
اها ممنوعہ ڳالهہ بہ ڪوڙ عورتن چوڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

انهن کي ان جي سزا بہ ملي آهي پر موت جي سزا نہ ملي جڏهن تہ سويڊن جي شاعره ڪارن بوئي (1900-1941) جيڪا هڪ شاعر هئڻ سان گڏوگڏ هڪ مشهور ناول نويس بہ هئي ۽ اهو عجيب اتفاق آهي تہ ڪارن بوئي بہ ورجينيا وانگر 1941ع ۾ ئي خودڪشي ڪئي. ڪارن بوئي هڪ نظم لکيو هو:

هڪ تلوار، نرم، لچڪدار ۽ مضبوط
اها سخت سخت قانونن جا حڪم مڃيندي آهي
۽ لوهہ جي تال تي رقص ڪندي آهي
مان روح طرفان
۽ بادلن طرفان
هڪ اهڙي ئي تلوار بڻجڻ چاهيان ٿي.

پر ڪارن بوئي اهڙي تلوار بڻجي نہ سگهي. اها ناڪامي هن کي مايوسيءَ جي گهور انڌيرن ڏانهن وٺي وئي ۽ مايوسيءَ جي انهن ئي

گهور انڌيرن ۾ هن پنهنجي حياتي گهوري ڇڏي مرڻ لاءِ ايڪيتاليهه ورهين جي عمر جيتوڻيڪ وڏي نہ آهي پر ايڏي گهٽ بہ نہ آهي ڇاڪاڻ جو اسان اهڙين شاعرائن کي بہ ڄاڻون ٿا جن دنيا ۾ تمام گهٽ وقت گهاريو. مثال طور اٽليءَ جي انتونياپوزي.

اطالوي شاعره انتونياپوزي، زندگيءَ جا تمام گهٽ ورهيہ زنده رهي سگهي. هوءَ 1912ع ۾ پيدا ٿي هئي ۽ رڳو 26 سالن جي عمر يعني 1936ع ۾ هن کي خودڪشي ڪرڻي پئي. هن جي خودڪشيءَ کان پوءِ گهر وارن هن جي شاعريءَ جو مجموعو شايع ڪرايو هو. اهو مجموعو پوءِ جرمن، رومانين ۽ فرانسيسي زبانن ۾ ترجمو ٿي مقبول ٿيو. ان شاعره جا ڪجهہ مصرعہ اسان کي هن جي اندر، خودڪشيءَ جي سين جي سڌ ڏين ٿا.

ڊنڊ جي پاڻيءَ تي منهنجو پاڇو
هڪ ظالم روايتي رات ۾ نظر ٿو اچي
منهنجي ماڻ ۽ منهنجو اڏول قسم....

انتونيا، ان ظالم روايتي رات جو شڪار ٿيڻ کان بچي نہ سگهي.

آمريڪي شاعره جو لياڊي برگوس 1914ع ۾ پيدا ٿي ۽ هڪ ڏينهن ان ئي ظالم روايت جو شڪار ٿي وئي. هن جيتوڻيڪ سڌي سنئين خودڪشي نہ ڪئي پر خودڪشي رڳو پاڻيءَ ۾ ٻڏي مرڻ، تيز ڌار جي اوزار سان پاڻ کي ذبح ڪرڻ يا رڳو ڊي ڊي ٽي پيئڻ جو نالو تہ نہ آهي. انسان چاهي تہ احمد پرويز وانگر بہ خودڪشي ڪري سگهي ٿو. مجاز لکنويءَ وانگر بہ ائين جو ليادي برگوس بہ زندگيءَ جي جنهن راهہ تي هلي موت سان همڪنار ٿي ان کي خودڪشيءَ کان سواءِ ڪجهہ نہ ٿو چئي سگهجي. ان شاعره کي جيون ۾ بلڪل نہ سڃاتو ويو هو. انتهائي غربت جي عالم ۾ رهي شراب جي مهلڪ اثرن هن جي جيون جو انت آڻي ڇڏيو. هن پنهنجي هڪ مشهور نظم ۾ پاڻ کي مخاطب ٿي چيو هو.

"جوليا! تون سماجي ڪوڙ جي بي جان گڏيءَ جهڙي آن
پر انسان —
انساني صداقت جي هڪ ٻرندڙ چڻنگ

حالتن جي سنگينيءَ ان پرندڙ چٽنگ کي جلد ئي رک ۾ تبديل
ڪري ڇڏيو."

اسان هيل تائين گهڻو ڪري اولهه جي حوالي سان ڳالهه ڪئي آهي
تہ اولهہ اسان ڪان وڌيڪ روحاني بحرانن ۾ مبتلا آهي پر ٽين دنيا ۾ بہ
روحاني ڪرب جا اهڙا بنياد موجود آهن جو لکڻ واريون عورتون
پنهنجي جيون جو خاتمو آڻي ڇڏين. آفريڪا، اڄ بہ انساني
تهذيب جو سڀ ڪان وڏو سواليہ نشان آهي. جتي اسان کي هڪ اهڙي
شاعره جو نالو ٻڌڻ لاءِ ٿو ملي جنهن تمام ننڍي وهيءَ ۾ پنهنجي ۽
دنيا جي نفي ڪري ڇڏي. اها آفريڪي شاعره انگر ڊجونڪر زندگيءَ
جون وڌيڪ بهارون نہ ڏسي سگهي. هوءَ 1933ع ۾ پيدا ٿي ۽ رڳو 32
سالن جي عمر ۾ 1965ع خودڪشي ڪري ڇڏيائين. اها شاعره جديد
آفريڪي شاعريءَ ۾ انتهائي بلند مقام تي فائز آهي. پنهنجي جون ۾
شديد سرڪاري دٻاءَ جي ڪري هن کي شديد تڪليفن مان گذرڻو پيو
۽ آخرڪار خودڪشي ڪري هن پنهنجي ذهني عذاب مان ڇوٽڪارو
حاصل ڪيو. هن پنهنجي نظم ۾ لکيو هو:

مان رڳو ڇئي سگهان ٿي
تہ مون تنهنجو ڏاڍو انتظار ڪيو
مغرب جي راتين ۾
بسن جي اڏي تي
گهٽين ۽ نهرن جي ڪناري
جهازن جي اڏي تي
لڙکن جي صليب تي
تون آئين
گلين مان گذرندي
مون سجانو ۽ تو لئہ ميز سجائي ڇڏي
ماني، شراب، مهرباني ۽ بند جو سُک
ميز تي سجائي ڇڏيو
تو پٺي موڙي ڇڏي ــ هڪ بہ لفظ چون بنان
تو رڳو مسڪرايو

۽ تو دنيا تياڳي ڇڏي....

چليءَ جو ذڪر ٿئي ٿو تہ پئبلونروودا جي ڳالهہ ضرور ٿيندي آهي. ٽين دنيا جي هن بدقسمت ملڪ جي تقدير جيڪا بہ رهي آهي، اتان جي شاعر عورت جي تقدير دنيا جي ٻين لکڻ وارين ڪجهہ عورتن کان مختلف نہ هئي. 1917ع ۾ جنم وٺندڙ باغي روح وائيوليتاپرا، هڪ اهڙو نازڪ روح هئي جنهن پاڻ موت جو گيت ڳايو. ان عورت چليءَ جا لوڪ گيت بہ گڏ ڪيا ۽ خود پنهنجا گيت بہ لکيا. هوءَ اهي سمورا گيت ڏاڍي سچي دل سان ڳائيندي هئي. پارا جو سماجي ماحول اهڙي جبر سان پُر هئو جو آخرڪار هن کي خودڪشي ڪرڻي پئي هن جي نظم جي هيٺين بندن کي پڙهي، هن جي جيون ۾ ٿي خودڪشيءَ جي اڳڪٿي ڪري سگهجي پئي.

خدا جي مار، ان خالي آسمان ۽ رات جي تارن تي
خدا جي مار، پنهنجي راهہ وهندڙ ۽ گجگوڙيون ڪندڙ نديءَ تي
خدا جي مار، انهن پٿرن تي جيڪي رستن جي هنج ۾ رلندا آهن
خدا جي مار، چلهي جي باهہ تي جو منهنجي دل ڪچو گوشت آهي
خدا جي مار، وقت جي قانونن تي —
جي اسان جي درد کي وڌائين ٿا.

پر اذيت جي هڪ سطح اهڙي بہ ايندي آهي جڏهن نہ مغربي دنيا جو سوال باقي رهندو آهي نہ ٽين دنيا جو. رڳو درد جي دنيا جو بلاغ ٿي سگهندو آهي. هڪ وقت ايندو آهي جو زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش مخالف رستن تان اچي هڪ جاءِ تي ملي ويندي آهي. هيءَ بلڪل اها جڳهہ آهي جتي آمريڪي شاعره سلوياپاٿ رڪجي زندگي ۽ موت ٻنهي کي پنهنجي ٻانهن ۾ آڻي ڳلي لائي ڇڏيو هو.

سلويا 27 آڪٽوبر 1932ع تي جنم ورتو هو.

جديد آمريڪي شاعريءَ ۾ سلوياپاٿ جي شاعري هڪ داستاني حيثيت جي حامل آهي ۽ هن جي زندگيءَ جي باري ۾ هن جي هڪ دوست جو چوڻ آهي تہ:

"ان ڳالهہ جو انتظار ڪرڻ جي لاءِ هن وٽ وقت نہ هو تہ زندگي هن وٽ هلي اچي ها. هوءَ ڊوڙي اچي سامهون کان زندگيءَ سان اچي

ملي. زندگيءَ جي سمورن حادثن کي...."

منڍ ۾ سلويا جا نظم ڇپجڻ بنان واپس اچي ويندا هئا. ناقابل اشاعت قرار ڏئي ۽. هن هڪ جاءِ تي اهو ۽ لکيو هو:

"اڻ ڇپيل تحريرن جي ڍڳ مان جنهن قسم جي هوا ايندي آهي، اهڙي ٻي ڪنهن شئي مان نه ٿي اچي."

پر جلد ئي اهو وقت به اچي ويو جڏهن گهڻن انعامن ۽ تمغن هن جي جھولي ڀري ڇڏيو هو. خودڪشيءَ جي باري ۾ سلويا جي هڪ نظم جون ڪجھ سٽون آهن:

خودڪشيءَ کي پنهنجي هڪ خاص زبان ٿيندي آهي.
جهڙيءَ ريت هڪ ڪاريگر کي ڄاڻ هوندي آهي
ته هن جي هٿ ۾ ڪهڙا اوزار هجڻ گھرجن
جيتوڻيڪ هن کي ان ڳالھ جي سُڌ نه هوندي آهي
ته هن کي جيڪو ڪجھ تخليق ڪرڻو آهي، ڇو ڪرڻو آهي؟

سلويا جي هڪ ٻئي شاعر دوست جي لفظن ۾:

"اسان ڪاليج جي ڏينهن ۾ منڍ کان ئي موت جون ڳالھيون ڪندا رهندا هئاسين. اسان موت جي روشنيءَ ڏانهن پتنگن جيان اڏامي ويندا رهندا هئاسين...."

سلويا کي شهرت ملي، محبت ملي، هن شادي ڪئي. هن جي لاءِ هڪ اهڙو گهر به خريد ڪيو هو جنهن ۾ صوفن جا ستر وڻ هئا. هن ٻن ٻارن جي خوشي به ڏني پر زندگيءَ جي ڪتاب کي پڙهندي پڙهندي، بي پرواهيءَ مان ڪتاب جو جيڪو ورق کليل هيو، ان کي اتي ئي کليل ڇڏي، هن 11 فيبروري 1963ع جي ڏينهن خودڪشي ڪري ڇڏي. اهو ڪجھ اهڙيءَ ريت هو جيئن هڪ ننڍڙو جسم هڪ وڏي روح جي ماپ تي پورو نه لٿو هجي.

سلويا ڪاليج جي پڙهائيءَ دوران، خاموشيءَ سان ٽيڊ هسپوز سان شادي ڪري ڇڏي هئي. ان شاديءَ تي ڪاليج جي — يعني علم جي نيڪيدارن جي مهر لڳل نه هئي ان ڪري سلويا کي ڪاليج مان ڪڍيو ويو. سلويا جي نظر ۾ ڪاليج جو اهو رويو هسٽيريا جي بيماريءَ جهڙو هو. يا ان بيماريءَ جهڙو، جنهن جو ڪارو ۽ خطرناڪ ناسور ٻين کي به

لڳي ويندو هو. پوءِ پنهنجي هڪ نظم ۾ سلويا ان رويي جي خلاف احتجاج ڪيو هو. دنيا ۾ هنڌين ماڳين ٽيڙ واريون بي انصافيون به سلويا جو اهو غصو ئي هيو جيڪو پوءِ هن جا پيانڪ، خوبصورت نظم بڻيو. ان غصي جي انتها، پنهنجي پيانڪ صورت ۾ سلويا جو اهو نظم آهي جيڪو هن پنهنجي مڙس کان علحدگيءَ جي ڏينهن ۾ لکيو هو. اهو به ڏاڍو سٺو شاعر هو پر جڏهن هن سلويا کان الڳ ٿيڻ کان پوءِ هڪ عجيب قسم جو ريڊيو ڊرامو لکيو جنهن جو مضمون اهو هو ته هڪ ماڻهو پنهنجي ڪار ۾ شهر ويو. هڪ گهوڙي ڪار جي هيٺان اچي مري وئي، مئل گهوڙي وڪڻي هن پنج شلنگ ڪمايا ۽ ان رقم مان پنهنجي دوست ڇوڪريءَ لاءِ گلاب جا ٻه گل خريد ڪيا. اهو ڊرامو ٻڌي سلويا هڪ دردناڪ نظم لکيو:

شاعري رڳو رت هوندي آ
۽ اهو رت هميشه ڳڙندو رهندو آ
تو مون کي ٻه ٻار بخشيا
ٻه گل....

سلويا جي باري ۾ کوڙ مضمون لکيا ويا آهن. ان نظم جو حوالو به ڏنو ويو آهي. پر ان نظم جي اها تشريح ڪنهن به نه ڪئي ته ان نظم ۾ سلويا اها عورت آهي جنهن کي ڪو به گل ڏئي ٿو (ٻه ٻار) ۽ ان نظم ۾ سلويا اها گهوڙي به آندي آهي جنهن جي لاش کي وڪڻي رت جي پئسن سان هن ٻه گل خريد ڪيا هئا....

۽ ميري دولستون ڪرافٽ جي شاهاڻي بغاوت کي پيو کهڙو نالو ڏنو وڃي جنهن به پيرا خودڪشي ڪرڻ چاهي ۽ ٻئي پيرا بچي وئي پر جڏهن مرڻ تي آئي ته رڳو ستٽيهه ورهين جي عمر ۾ هن پنهنجو پاڻ کي جيون کان جدا ڪري ڇڏيو. هن جي باري ۾ خود پنهنجي هٿان پنهنجي جيون جو انت آڻيندڙ ناول نگار عورت ورجينيا وولف لکيو هو.

”ميريءَ کي زمين ۾ دفن ٿئي هڪ سئو ٽيهه ورهيه گذري چڪا آهن. ان عرصي ۾ ٻيا لکين ماڻهو مئا هوندا پر هوءَ اڃان به زنده آهي. اهڙيءَ ئي ريت انساني زندگيءَ جي باري ۾ سرگرميءَ سان بحث ڪندي، هن جو آواز اسان کي اڄ به ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ۽ ان جا اثر اڄ جي

نسلن تي نظر اچن ٿا...."

هوءَ جيڪا مري بہ زنده آهي، عورت جي آزاديءَ جي باري ۾ هن جون تحريرون، هن جي اها چيخ هيون جنهن کي پڏي ان وقت جي سماج پنهنجي ڪنن تي هٿ رکي ڇڏيا هئا. رڳو سماج جون ۽ پريس جون زبانون بي لغام ٿيون هيون. "پيٽي ڪوٽ پهرڻ واري ڇيڪ" جهڙا لفظ ميريءَ لاءِ استعمال ٿيا هئا. هن جي سوانح نگارن جي لفظن ۾ "ڪنهن جي ذاتي زندگيءَ جي باري ۾ افواهہ پڌي ادبي ڳجهون اڪثر اهو چونديون آهن تہ فلاڻو اديب اعليٰ پائي جو نہ هو. هن جي تحرير دلڪش نہ هئي... ميريءَ جي موت جي پنجويهہ سال پوءِ تائين بہ اهوئي چئبو رهيو تہ هوءَ هڪ بدچلن عورت هئي. پريس هن جي تحريرن کي حقارت جي نظر سان ڏٺو.

ميريءَ جي سموري جدوجهد، عورت جي ان شخصيت جي لاءِ هئي، جيڪا سماج ۽ اٿارٽيءَ کان آزاد ٿي سوچي سگهي. عورت ۽ مرد جي وچ ۾ احترام جو لاڳاپو پيدا ٿي سگهي. ميريءَ جون تحريرون هن جي موت کان سئو سال پوءِ بہ عدم توجهيءَ جو شڪار رهيون. زندگيءَ ۾ پبلشرن سان هن جي اها ئي جنگ رهي تہ هوءَ بورچي خاني يا ٻارن جي تربيت جي باري ۾ ڪتاب ڇو نہ ٿي لکي؟

ميريءَ ٻہ ڀيرا خودڪشي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻئي ڀيرا درياءَ ۾ ٻڏي پر ٻئي ڀيرا هن کي بچايو ويو. پهريون ڀيرو خودڪشيءَ جي ڪوشش جو سبب هن جي شديد تنهائي ۽ اداسي هيو، ٻيو ڀيرو هن خودڪشيءَ جي ان وقت ڪوشش ڪئي جڏهن هڪ آمريڪي انقلابي گلبرٽ املي سان ڪوڙ سال گذارڻ ۽ هڪ ڌيءُ کي جنم ڏيڻ کان پوءِ محبت تان هن جو ويساهہ کڄي ويو هو.

"سياسي انصاف" نالي ڪتاب جي ليکڪ "وليم گوڊون" ميريءَ جي زندگيءَ ۾ محبت تي ڀيهر اعتماد بحال ڪيو پر ان کان پوءِ خود زندگيءَ ميريءَ کي وڌيڪ مهلت نہ ڏني. گوڊون سان شادي ڪرڻ کان پوءِ جڏهن ميريءَ هڪ ڌيءُ کي جنم ڏنو تہ هوءَ پاڻ زنده بچي نہ سگهي. ان وقت هوءَ رڳو سٺتيهہ سالن جي هئي.

ميري ڊولسٽون ڪرافٽ جي اها ڌيءُ جيڪا پيدا ٿيندي ئي ماءُ

ڪان وچڙي وئي هئي، ”ميري شيلي“ بڻي. هوءَ ماءُ جي ڪک مان ئي بغاوت جو ٻج کنيو پيدا ٿي هئي. ۽ جوان ٿي هن انگريزيءَ جي مشهور شاعر شيلي سان محبت ڪئي.

ميريءَ جي قبر جي ڪتبي تي هيءَ عبارت لکيل آهي:

”ميري وولسٽون ڪرافٽ گاڊون.“

”اي ونڊيڪيشن آف دي رائيٽس آف وومين“ جي ليکڪ.

پيدائش: 27 اپريل 1759ع

وفات: 10 سيپٽمبر 1797ع

تنهنجي چپڙن جي گلڙن جي چاهت منجهہ اسان،
دار جي خشڪ تاريءَ تي وارجي وياسين.
تنهنجي هٿڙن جي شمعن جي حسرت منجهہ اسان،
نيم تاريڪ راهن منجهہ مارجي وياسين.

جڏهن گهُلي تنهنجي راهن ۾ شامِ ستم،
هليا آياسين، وٺي آيا جيستائين قدم،
لب تي حرفِ غزل، دل ۾ قنديلِ غم،
پنهنجو غم هو ۽ شاهدي تنهنجي سونهن جي!
ڏس قائم رهياسين ان شاهديءَ تي اسان،
اسان جي تاريڪ راهن منجهہ مارجي وياسين.

**- فيض احمد فيض**

23 جولاءِ 1942ع تي بلغاريائي شاعر نڪولا واپتساروف کي فاشي حڪومت گولي هڻي ڇڏي. هن شاعر چيو هو، ”سياڻي هيءَ زندگي سياڻي هوندي. اهو ڀروسو منهنجي سيني ۾ قائم آهي ۽ اها گولي ڪٿي به ڪانهي، جا ان ڀروسي کي لڳي سگهي.“ ۽ اهو سچ آهي ته جڏهن کان دنيا جڙي آهي، ان ڀروسي کي گوليءَ سان نه اڏائي سگهيو ويو آهي.....!

ايندڙ صفحن ۾ ڪجهه اهڙن شاعرن جون حالتون ڏئي رهي آهيان جيڪي حملي آورن هٿان، گولين سان مئا پر نه انهن جو ڀروسو مري سگهيو ۽ نه نظم.

امرتا پريتم

# ايليگزينڊر پشڪن

1799-1837ع

پشڪن جديد روسي ادب جو باني تصور ڪيو ويندو آهي. هن جو جنم 6 جون 1799ع تي ٿيو. (پراڻي ڪئلينڊر موجب 26 مئي) پشڪن جي ماءُ ان ابرام هينيبال جي پوٽي ڇٽي وڃي ٿي، جنهن کي غلام طور خريد ڪيو ويو هو ۽ جيڪو پيٽراعظم جو سنو ساٿي بنيو. پشڪن ان ڪردار کي پنهنجي مڪمل ناول The Magro of Peter The Great ۾ تفصيل سان لکيو آهي.

اوڻويهين صديءَ جي امير گهراڻن وانگر پشڪن جي ماءُ پيءُ به فرانسيسي تهذيب کي اپنايو ۽ ٻارڙن کي فرانسيسي پڙهائي. پشڪن کي هن جي ناني زندگيءَ جون پراڻيون ڪهاڻيون ٻڌائيندي رهندي هئي.

1811ع ۾ گهر وارن ان شرير ٻار کي پيٽرز برگ جي اهڙي بورڊنگ اسڪول ۾ داخل ڪرايو. جتي رڳو خاص ڪامورن جا ٻار شهنشاهه جي گرما محل جي پاڇي ۾، اعليٰ پائي جي ڏيهي ۽ پرڏيهي استادن جي نگرانيءَ ۾ رهندا هئا. اتي پشڪن ڇهن سالن تائين تاريخ، ادب، سياسي معاشيات ۽ فلسفي کان سواءِ ٻين جديد رجحانن جي تعليم حاصل ڪئي. هتي هن ننڍڙيءَ وهيءَ ۾ دينيات جي استادن، اخلاق جي محافظن ۽ سرڪاري عملدارن تي چٽرباز شاعري ڪئي.

1817ع ۾ سينٽ پيٽرزبرگ مان پرڏيهي آفيس ۾ پشڪن کي سنو عهدو مليو اتان ئي هن آزاديءَ جي جدوجهد ۾ حصو ورتو ۽ ادبي انجمن گرين ليمپ ۾ به شامل ٿيو. پشڪن جا سياسي نظم اڻ ڇپيل صورت ۾ تمام گهڻا پڙهيا ويندا آهن، جيڪي هن جي موت کان پوءِ شايع ٿيا. (خاص ڪري Ode to Liberty جيڪو 1817ع ۾ لکيو ويو هو) پر هن جون رومانوي تحريرون 1820ع ۾ ڇپيون هيون. جن ۾ لوڪ ڪهاڻين جو رنگ هو. انهن تي سخت تنقيد ٿي پر ڳڻوڳڻ پشڪن کي

شهرت بہ مليَ.

مئي 1820ع ۾ هن کي سندس سياسي نظمن جي ڪري مولداديا جي ڏکڻ ۾ جلاوطن ڪيو ويو. پشڪن جا ان زماني جا خط ڏاڍا اداس آهن. هن ڏاڍي ڏکويل دل سان جلاوطنيءَ جي ڪؤڙاڻ کي انهن خطن ۾ بيان ڪيو پوءِ هن جي دوستن کان اهي خط ونئي جڏهن شايع ڪيا ويا تہ روسي نثر جو شاهڪار نمونو تسليم ڪيا ويا.

پشڪن ڏاکڻي علائقي جي ڪهاڻين کي پنهنجي نظمن ۾ لکيو. سياست ۾ بہ هن جي دلچسپي گهري ٿيندي وئي اتان پشڪن کي هن جي ماءُ جي رياست ۾ اماڻيو ويو. جتي پشڪن کي هڪ ڪائونٽ جي زال سان پيار ٿي ويو ۽ ڪائونٽ دشمنيءَ هيٺ پشڪن کي اتان بہ پري اماڻرائي ڇڏيو.

تخليق جي نقطہ نظر سان پشڪن جا اهي ڏاڍا زرخيز سال هئا. ڏاڍا ناخوش، پر تخليقي. ان زماني ۾ پشڪن جپسي داستان ۽ اهي ڊراما لکيا جن ۾ حڪمران طبقي ۽ ماڻهن وچ ۾ لاڳاپن جو پرندڙ سوال پيش ڪيو.

جڏهن ڊسمبر 1925ع ۾ شاهي جانشينيءَ جي اختلاف کي سپر بنائي، گاديءَ جي هنڌ جي رستن تي هڪ باغياڻو جلوس ڪڍيائون ۽ ان کي شڪست ملي تہ پڪڙيلن جي ٿيلهن مان پشڪن جا خط ۽ نظم مليا. اهي ماڻهو ڦاهين تي ٽنگيا ۽ جلاوطن ڪيا ويا. پشڪن لکيو تہ ”جن کي ڦاهي ڏني وئي اهي تہ پنهنجو سر گهوري ويا پر جن هڪ سئو ويهہ دوستن، پائرن ۽ ساٿين لاءِ جلاوطنيءَ ۾ شديد پورهئي جي سزا ڏاڍي پيانڪ آهي.“ پشڪن پنهنجي جاگير ۾ اڳ ۾ ئي نظربند هو. ان تي نگراني وڌيڪ سخت ڪئي وئي. اخلاقي ۽ مذهبي خيالن ۾ ”بي راهہ روي“ اڳ ۾ ئي هئي هاڻ هن جي ”سياسي چال چلت“ کي بہ مشڪوڪ قرار ڏنو ويو.

1825ع جي بغاوت کي دٻائڻ کان پوءِ نئين زارنڪولس اول پشڪن جي شهرت کي ڏسندي هن جي ماسڪو اچڻ تي پابندي ختم ڪري ڇڏي ۽ ”سينسر“ تي ڊگهي بحث کان پوءِ زار واعدو ڪيو تہ هو پشڪن جون تحريرون پاڻ ڏسندو ۽ سينسر جو حق پاڻ کان سواءِ

ي نہ ڏيندو. پشڪن کي بغاوت جي ناڪاميءَ جو ڏک هو
، کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو هو ۽ جن کي سائبيريا
جلاوطن ڪيو ويو هو. پشڪن جون همدرديون انهن سان هيون پر هو
ان نتيجي تي پهتو تہ ضروري تبديليون ڪري سگهجن ٿيون. پشڪن
لاءِ اهو وقت ڏاڍو ڪٺن هو. هن جي ذاتي آزاديءَ تي رڳو نظر ئي نہ
رکي ويندي هئي بلڪ هو پوليس چيف جي سنئين سڌي نگرانيءَ ۾ هو.
هو بنان اجازت سرحد تي هليو ويو جتي هن کي ڊسمبري بغاوت جا
ڪيئي جلاوطن مليا ۽ هن جو قلم وڌيڪ گهرائيءَ ۾ لٿو.

1831ع ۾ پشڪن شادي ڪئي ۽ سينٽ پيٽرزبرگ ۾ رهڻ لڳو. ان
دوران هن هڪ دفعو وري سرڪاري نوڪري ڪري ورتي ۽ پيٽراعظم
جي تاريخ لکڻ لڳو. ٽن سالن کان پوءِ هن کي هڪ عهدو مليو. ان جو
سبب اهو سمجهيو وڃي ٿو تہ زار جي خواهش هئي تہ پشڪن جي زال
نتاليا بادشاهہ جي دربار ۾ اچي سگهي. نتاليہ کي درباري زندگي ڏاڍي
وڻندي هئي پر پشڪن کي اها راس نہ ايندي هئي. پيٽراعظم جي تاريخ
لکندي پشڪن جي قلم هاري بغاوت جي تاريخ " ڪپتان جي ڌيءُ" بہ
لکي.

پشڪن جي زندگيءَ جا آخري سال ڪٺن هئا. زار سان لاڳاپا ڏاڍا
خراب ٿي چڪا هئا ۽ پيٽرزبرگ جي بااثر درباري اميرن جو حلقو هن
جو دشمن هو. نگرانيءَ جي شدت، قرض جا دٻاءَ ۽ زال جي بي وفائيءَ
جي افواهن بي پرواهيءَ جي ادائن، هن جي صبر ۽ ضبط جو پيمانو لبريز
ڪري ڇڏيو. هن استعيفا ڏيڻ جي اجازت گهري جيڪا ڪيس نہ ملي.
آخر 8 فيبروري 1837ع جي ڏينهن هن کي زبردستيءَ هڪ ڊوئيل ۾ اڙايو
ويو. اها هن جي بااثر دشمن جي اٽڪل هئي ان ڊوئيل ۾ زخمي ٿيڻ
کان بہ ڏينهن پوءِ 10 فيبروريءَ تي پشڪن جو موت واقع ٿي ويو.

# شان دور پيتوفي

1833-1849ع

هنگريءَ جو عوام پنهنجي هن شاعر کي زندگيءَ جي حقيقي چهري واري ادب جو سڀ کان وڏو شاعر مڃيندو آهي.

هن جو پيءُ پيشي جي لحاظ کان ڪاسائي هو ۽ شايد هن جي پيشي جي تقاضا هئي جو هن پنهنجي پندرنهن سالن جي ليکڪ پٽ سان ناتو ٽوڙي ڇڏيو. ان ڪري ئي هن جون نرم ۽ نازڪ وکون راهن جي ڌوڙ ڇاڻيندي هڪ ڀيري ته موت جي ڪاهيءَ ۾ ڪرڻ واريون هيون. هن کي ڊرامن ۾ ننڍا ننڍا ڪردار ملي ويندا هئا پر اهي گذاري لاءِ ڪافي نه هئا. هو تنگ ٿي فوج ۾ ڀرتي ٿي ويو. پر ڪمزور صحت جي ڪري هن کي سال ڏيڍ اندر اتان به خارج ڪيو ويو. هو ڀيهر دوستن ۽ ٽيٽرن جي دروازن کي کڙڪائڻ لڳو. ڪڏهن سرڪاري دستاويزن جي نقل جو ڪم انجام ڏيڻ لڳو پر هن جي نظمن کي جيڪي ايندڙ وقت جا دستاويز هئا ڪوبه نه ڇاپيندو هو. نيٺ ڪجهه وقت کان پوءِ جڏهن هو ايڪويهه سالن جو هو ته هڪ اخبار جي ايڊيٽر هن جي اندر لڪل فنڪار کي سڃاتي ورتو ۽ هن کي سب ايڊيٽر طور رکي ڇڏيائين. هن جو پهريون "نظم جيڪو ان رسالي ۾ ڇپيو ان جو عنوان هو "شرابي."

انهن ڏينهن ۾ "پل وهڪسن ڪيفي" اهڙي جاءِ هوندي هئي جتي آرسٽريا جي حڪومت خلاف هنگريءَ جي ٿيڻ واري بغاوت ڪنڌ ڪڍي رهي هئي. پيتوفيءَ به ڊگها بيانيه نظم لکيا The Hrm John The Hero ۽ Mer of the Village هنگريءَ جي ادب ۾ اڄ انهن تخليقن کي سدا محفوظ رکڻ جي قابل سمجهيو ويندو آهي پر ان وقت جي نقادن انهن کي فحش چئي چڻ ته پيتوفيءَ جي فن تي حملو ڪري ڏنو هو. ان تنقيد جي نتيجي ۾ هن جو قلم وڌيڪ تکو ٿيو ۽ ان قلم جي نوڪ گهڻن

جهڙي مناسَ ۽ موسيقي فيوڊل هنگريءَ تي تلوار جيان ڪري.

ان زماني ۾ هن جو لکيل ناول The hangeman's Rope بہ نقطئہ نظر جو نئون موڙ آهي ۽ ان جو نظم Letter to antal varady بہ پنهنجي عهد جو عظيم نظم آهي.

سن 1846ع جي هاري بغاوت هن جي دل ۾ بغاوت جي ٻج تي پاڻيءَ جو اهڙو ڦوهارو ڏنو جو هن هٿياربند دوستن جو هڪ جٿو جوڙيو. ان جي تنظيم Society of Net ۾ نظم لکيائين:

The Bush trembles for, it was a poet's dream,

The sad autumn wind to the treees.

۽ سن 1846ع جي آخر ۾ One Thought troubles me لکي هن جا هٿ سوچ ۽ عمل کي گرفت ۾ آڻڻ لاءِ اڳتي وڌيا ۽ هن هنگريءَ جو قومي ترانو لکيو. The ocean has arisen ڪيفي مان بغاوت جو ايرنڊڙ دونهون آسٽريا جي حڪومت بہ ڏسي ورتو ۽ گاديءَ واري هنڌ خوف جي فضا قائم ڪري ڇڏي. پيتوفي 31 جولاءِ 1849ع تي شاهي فوج سان وڙهندي مارجي ويو. ان وقت هن جي عمر ڇويهہ سال هئي.

پيتوفيءَ جو هڪ نظم هن جي سڄي زندگيءَ کي پنهنجي اندر سميٽيندي هڪ اڳڪٿيءَ جهڙو نظم آهي، ان نظم ۾ هن پنهنجي موت کي اڳ ۾ ئي ڏسي ورتو هو.

هڪ خيال اڪثر مون کي پريشان ڪندو آهي
تہ مان ڪٿي وهاڻي تي مٿو رکي ئي نہ مري وڃان
يا تمام هوريان هڪ گل وانگر ائين مرجهايان
جو سينو ڪيڙا ماڪوڙا چٽي ڇڏين
۽ مان پٽو پٽو تاريءَ مان ڪري پوان....
يا هڪ سنسان ڪمري جي روشني
جيڪا انڌيري ۾ سڏڪا پري....
ياخدا ڪوبہ ائين نہ مري
مان چاهيان ٿو- هڪ وڻ بنجي وڃان
۽ آسمانن جي وچ مون منان اُجي ڪري
يا هڪ وڏي ڇپ بنجي وڃان

جا جبل تان ٿابڙجندي واديءَ ۾ وڃي ڪري
۽ زنجيرن ۾ جڪڙيل هر قوم، جڏهن جنگ جي ميدان ۾ لهي
۽ ان جي ڇهري تي هڪ سرخي نڪري پوي
۽ هٿن جو جهنڊو هوا ۾ جهولي
"اسان ڪي آزاد ٿيڻو آهي."
۽ اهوئي آواز اتر ڪان ڏکڻ ڏانهن پکڙجي وڃي....
ان وقت مان خوشيءَ سان سرشار ميدان ۾ موجود هجان
۽ منهنجي رت جو- آخري ڦڙو- ان ڌرتيءَ تي ڪري
۽ منهنجو آخري آواز، لوهه جي آواز ۾ ٻڏي وڃي
پوءِ منهنجي لاش تان
فتح جي فوجن جا گهوڙا ڊوڙندا گذرن
۽ انهن بهادرن جي ياد ۾ هڪ جلوس هجي
جي تنهنجي لاءِ جنيا آهن
۽ هيءُ منهنجون هڏيون، انهن جي هڏين سان، قبرن ۾ هجن
اي سڄي جهان جي آزادي! جيڪي تو لاءِ مئا آهن....

# خرستو بوتيف

1848-1876ع

بلقان جي ٻهاڙن جي هنج ۾ هڪ شاعر ڪافرلو نالي ڳوٺ ۾ 25 ڊسمبر 1848ع ۾ پيدا ٿيو هو. هن جي دل ۾ وطن جي محبت جو ٻج هن جي پيءُ پوکيو. ابتدائي تعليم کان پوءِ علم جي اڄ هن کي روس وٺي وئي. 1867ع ۾ جڏهن هو پنهنجي وطن بلغاريه واپس وريو، هن جي هڪ- جيڏن نوجوانن، هن جي سوشلسٽ خيالن کي ڏاڍي پُرجوش انداز ۾ قبولي ورتو. پر هن کي جلد ئي ان وقت جي ترڪ حڪومت جبري طور جلاوطن ڪري ڇڏيو.

هن رومانيا وڃي ٻهريائين "سوبودا" (آزادي) نالي باغي اخبار ۾ ڪم ڪيو، پوءِ هن پاڻ هڪ اخبار "بلغاريائي جلاوطنن جي دنيا" شروع ڪئي. پوءِ هن هڪ ٻي طنزيه اخبار "الارم ڪلارڪ" جاري ڪئي ان ئي زماني ۾ بوتيف نظم لکڻ به شروع ڪيا.

بوتيف جي سموري شاعري هڪ بغاوت آهي. اهوئي سبب آهي جو سڄي ملڪ ۾ جنگ دوران هن جا گيت پوڄا جي منترن وانگر ڳايا ويا.

1875ع ۾ جڏهن بغاوت جي باهه ڀڙڪي، بوتيف جي هڪ تخليق "بينر" ماڻهن جي دلين جي پڪار سمجهي ويندي هئي. ان ئي سال رومانيا جي گاديءَ جي هنڌ ۾ آزاديءَ جي مجاهدن جي گڏجاڻي رٿي وئي. جنهن جي بنيادي ذميواري بوتيف کي سونپي وئي. اپريل 1976ع ۾ اها تحريڪ سڄي بلغاريه ۾ پکڙجي وئي. زندگيءَ ۽ موت جي ان جنگ ۾ حاڪم هٿيارن جو مقابلو برابر جو نه هو. بوتيف قلم کي هڪ پاسي رکي ڇڏيو ۽ هٿيار کڻي ورتا. هو به سئو ساٿين سان گڏ وطن واپس موٽيو. اهي ساٿي هڪ آسٽريائي جهاز جي ذريعي ڊينوب درياءَ پار ڪري پنهنجي ڌرتيءَ تي لٿا.

بوتيف پنهنجي موت جو گيت پاڻ پنهنجي قلم سان پنهنجي

زندگيءَ ۾ ئي لکي ڇڏيو هو:

جيڪو جنگ جي ميدان ۾ مرندو آهي
اهو نہ مرندو آ
جيڪو آزاديءَ جي جنگ وڙهندو آهي
زمين ۽ آسمان ان جي صف ماتم تي ايندا آهن....
۽ قدرت - جهنگلن سميت پٽيندي آهي....
۽ وقت جا راڳي هن جا رجز ڳائيندا آهن.

وارتا جي ويجهين پهاڙين ۾ بوتيف ۽ ان جا ساٿي دشمن جي فوج سان وڙهيا هئا. پيانڪ جنگ کان پوءِ 2 جون 1876ع جي رات، جڏهن بوتيف، جنگ جي ميدان جو جائزو وٺي رهيو هو. دشمن هن کي اونداهيءَ ۾ گولي وهائي ڪڍي.

ستاويهہ سال پنج مهينن جي عمر ۾ مرڻ واري ان شاعر، پنهنجي موت کان اٺ سال اڳ، پاڻ جهڙي بهادر پنهنجي هڪ ساٿي حاجي دمتر جي موت تي هڪ اهڙو نظم لکيو، جيڪو دنيا جي هر شهيد جي موت تي لکيل هڪ دائمي نظم چئي سگهجي ٿو.

### حاجي دمتر

هو زنده آ.... هو زنده آ
هوڏانهن هڪڙيءَ جوٽيءَ تي- رتورت ۽ آخري هڏڪي ڏيندي
هو هڪ سورمو، جنهن جي ڇاتي پروڻ
هو هڪ ڳڀرو نينگريءَ جهڙو مڙس ماڻهو....
هو پيو آ، هڪ پاسي بندوق اڇلايو، هڪ پاسي تلوار پيجي
اکين ۾ اونداهي ڇانئجي رهي آ ۽ نراڙ بخار ۾ سڙي رهيو آ
سڄي دنيا تي لعنت وجهندي، هن جا چپ لرزي رهيا آهن
هو ڌرتيءَ تي ليٽيو پيو آ ۽ آسمان تي
سج ڪاوڙ ۾ سڙي رهيو آ....
هيءُ لٽائيءَ جا ڏينهن هئا. ڏور واديءَ ۾ ڪو ڳائي رهيو آهي
۽ هن جو رت، بند ٽوڙي وهي رهيو آ....
هيءَ لٽائيءَ جا ڏينهن آهن ڳايو ڇوڪريون
ڏينهن ٿي رهيو آ، ڏکن جا گيت ڳايو

غلامن جي ملڪ تي، سچ جلي رهيو آ
اڄ هڪ ٻيو سورمو مرندو....
جو جدوجهد ڪندي مري ٿو، اهو نہ ٿو مري
هيءَ سڄي زمين ان لئہ روئندي آ ۽ آسمان ان لئہ روئندو آ
وڻ، پن ۽ جهنگلي جانور بہ روئندا آهن
۽ دنيا جا پٽ فقير ان جا رجز ڳائيندا آهن
هڪ سرڻ هن جي ڇهري تي ڇانوَ ڪندي آهي
۽ هڪ ٻگهڙ هن جا زخم چٽي ٿو
هڪ باز، پکين جو سورمو
هن جي مٿان چڪر ٿو ڏئي، جيڪو انسانن جو سورمو آ
هر شئي ويجهي اچي وڃي ٿي
چنڊ نڪري ٿو ۽ ستارا چمڪن ٿا
هوا اڪيون مهٽي ٿي ۽ پهاڙ ”هاءِ ڊڪ“ گيت ڳائين ٿا
جهنگلن جون پريون گڏ ٿي، سفيد لباس پهرن ٿيون
۽ هن جو گيت گنگنائن ٿيون....
سائي گاهہ تي هو هورريان هلن ٿيون
۽ پيرن پر هن جي پر ۾ اچي ويهن ٿيون
ڪا هن جي ڇهري تي پاڻي ٿي ڇٽڪاري
ڪا هن جي زخمن تي جڙيون ٻوٽيون ٿي لڳائي
۽ ڪا جهڪي هن جا چپ ٿي چمي
هو پلڪ کٽي ڏسي ۽ مسڪرائي ٿو:
”خوبصورت شهزاديو! ڪا راڄا ڪٿي آهي؟
۽ منهنجي ساٿين جو سڄو ٽولو ڪٿي آهي
ٻڌايو ۽ منهنجي روح کي هن بدن مان ڪڍو
هيءُ بدن، هينئر، هن ئي لمحي ختم ٿيڻ ٿو چاهي....“
هو ويجهيون ٿيون ٿين، جُڙي ٿيون وڃن هٿن ۾ هٿ وجهي،
۽ ههڙيءَ ريت گنگنائينديون، هو آسمان ڏانهن وڃن ٿيون.
- اڏنديون، ڳائينديون، آسمان ڏانهن پرواز ڪنديون....
ڏينهن نڪتو آ ۽ هڪ ٽڪريءَ تي هو سورمو ليٽيل آهي

۽ هن جو رت اڃا بہ وهي رهيو آهي
بگهڙ رت چٽي رهيو آ
۽ سڄ هڪ پيرو وري اهڙيءَ ريت جلي رهيو آهي....

**حاجي دمتر:** جنهن رڳو 128 ساٿين جي مدد سان ترڪ حڪمرانن خلاف بغاوت ڪئي هئي ۽ 28 سالن جي عمر ۾ جولاءِ 1868ع ۾ قتل ٿي ويو هو.
**هاءِ بڪ گيت:** ان دور جو گوريلا گيت.
**ڪاراجا:** حاجي دمتر جو ساٿي، جيڪو حاجي دمتر جي موت کان ڪجهہ ڏينهن اڳ جنگ ۾ زخمي ٿي، ترڪ حڪمرانن جي جيل ۾ مري ويو هو.

# اوسپ مينڊل استام
1891-1938ع

هيءُ روسي شاعر، وارسا ۾ پيدا ٿيو. ماسڪو موٽيو ته ان کي ”ڪنسنٽريشن ڪيمپ“ ۾ اماڻيو ويو. ولاديمير مارڪوف ”جديد روسي شاعري“ کي مرتب ڪندي لکيو آهي ته استالن جي باري ۾ طنزيه مزاحيه نظم لکڻ جي ڏوهه ۾ هن کي ڪنسنٽريشن ڪيمپ موڪليو ويو هو. جتي ٽي هو مري ويو. هو اتي پنهنجي حصي جو کاڌو نه کائيندو هو، هن کي ڊپ هو ته ان ۾ زهر نه مليل هجي. ان بدران هو ساٿين جي ماني چورائي کائيندو هو. جنهن تي هو هن کي ماريندا هئا.

مينڊل استام جو هڪ نظم آهي ”ڀائرو! اچو!“

ڀائرو! اچو! آزاديءَ جي ڏنڌلائپ جو رجز ڳايون!
هيءُ عظيم ڏنڌلو سال آهي....
رات جي تاوَ کائيندڙ پاڻين ۾
چار جو هڪ جهنگل وڇايل آ
۽ توهان اداس سالن مان اٿندي نظر اچو ٿا
اي سج! اي منصف! ۽ اي لوڪو!
اچو هن مقرر ڪيل بوريءَ جو به رجز ڳايون
جيڪا عوام جا رهنما، ڀريل اکين سان کنيو گهمندا ٿا وتن
۽ طاقت جي ڪاري بوريءَ جو به رجز ڳايون
بوري- جنهن کي ڪٺن ڏاڍو ڏکيو آ
وقت- نون ٻڌا! جو تنهنجو جهاز ٻڏي رهيو آهي....



سورج ڪٿي به نظر نٿو اچي- ۽ ڌرتي پري لڙهڪي رهي آهي
خير! ڪوشش ڪيو
وزني، بي ترتيب ڌانهون ڪندي، ساهه مٺ ۾ ڪيو

زمين لڙهڪي رهي آ- جوان مردو! حوصلو ڀڏو!
سمنڊ کي چيريون، جيئن هر هلائيندا آهيون
۽ اسان ”ليٿي“ جي سسيءَ ۾ بہ ياد رکنداسين
تہ اسان ذرتيءَ جي قيمت چڪائي هئي سين
سڄي ڌهن بهشت جيتري.

**ليٿي**: پاتال جي هڪ ندي، جنهن جو پاڻي گذريل ڳالهيون وساري ڇڏيندو آ.

# گيومليف

1895-1925ع

ڪنهن وقت جو جرم، ڪيئن وقت گذرڻ سان پوڄا جوڳو ڪارنامو بنجي وڃي ٿو. گيومليف جو طويل نظم "سيپٽمبر" ان ڳالهہ جو جيئرو جاڳندو ثبوت آهي.

هن نظم، فاشزم جو خوفناڪ چهرو اگهاڙو ڪري ڏيکاريو هو، ان ڪري فاشسٽ پوليس ان جرم جي بدلي هن کي گهتو ڏئي صوفيہ جي ويجهو، هن کي هڪ اونهي کاهيءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو هو.

جون 1943ع ۾ فاشسٽ پارٽيءَ ان وقت جي هاري حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو ۽ ان جي موت ۾ سوشلسٽن 23 سيپٽمبر تي بغاوت ڪري ڇڏي. شروع ۾ هنن ڪجهہ هنڌن تي قبضو ڪري ورتو. ٻنهي پاسي طاقت جو چڱو خاصو فرق هو. هڪ پاسي ننڍا ننڍا گهريلو هٿيار تہ ٻئي پاسي خوفناڪ هٿيارن جي گهٽائي. اها بغاوت رڳو رت جون نديون بنجي ختم ٿي وئي ۽ سڄي وادي لاشن سان لتجي وئي. گيو مليف پنهنجي خوني سيپٽمبر جو داستان لکيو.

گيو مليف هڪ ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو هو ۽ يونيورسٽيءَ ۾ ٻہ سال پڙهڻ کان پوءِ ٻن سالن لاءِ برلن هليو ويو. وري اوڻويهہ سالن جو هيءُ شاعر لنڊن جي آرٽ گئلرين مان لطف اندوز ٿيندي، اتي بيلجيم جي قومي شاعر سان ملاقات ڪيائين ۽ ان کان ڏاڍو متاثر ٿيو. هن جي نظمن ۾ ان قسم جا مصرع تہ "ماڻهو برسات پيئندا آهن"، "هائون پيئندا آهن" ۽ "ڏنڌ انهن جو حصو آهي" وغيره ٻڌي گيومليف کي پنهنجي ڪوريائي ماڻهن جو چهرو نظر آيو. هن کي پنهنجي عوام جي ڏکن جي سڃاڻپ ٿي، وطن واپس وري هن کي فوج ۾ ڀرتي ٿيڻو پيو جتان هو سخت زخمي ٿي واپس آيو ان جي نتيجي ۾ هن جي هڪ اک جي نظر بہ ختم ٿي وئي.

انهن ڏينهن ۾ گيومليف سڄي دنيا جي باغياڻن نظمن جو هڪ مجموعو ڇاپيو ۽ هڪ منشور تيار ڪيو. شاعرن جي هاٿيءَ جي ڏندن جي نهيل ڳجهي قيام گاهه تئي وئي ۽ خوابن جي رک ۽ تصورات جي ڪندرن مان اٿڻ وارو اڄ جو شاعر اکيون کولي پنهنجي ماٿهن جا رتورت چهرا ڏسي رهيو آهي.... ۽ گيومليف 1924ع ۾ هڪ رسالو به شايع ڪيو ”باهه جو شعلو“ ان رسالي ۾ گيومليف پنهنجو نظم ”سيپٽمبر“ شايع ڪيو هو.

**سيپٽمبر نظم جو پهريون حصو**

راتين جي مٿل ڪُک ۾...
غلامن جو جيئڻ پر جو غصو جمي ويو آهي
هيءَ پڙڪيل نفرت عظيم آهي...
ڏنڌ جي پنيان
صبح کان پهريان، انڌيرن جي واديءَ مان
۽ سمورن پهاڙن جي چوٽيءَ تان
ڌرتيءَ جي بنجر آهه مان، پياسي زمين مان
مٽيءَ ۽ گاري جي گهرن مان، پهراڙين مان
۽ شهرن جي هڪجهڙن اگرن مان
ڇڄن تان ۽ پوين ڪونين مان
بيلن مان ۽ پوکن جي مهاڙن مان
اتي جي چڪيءَ مان ڪورين جي کڏيءَ مان
۽ سمورن ڪنيرن جي چڪن مان
رستن ۽ گهٽين مان گذري
پٿرن جي چاڙهين مان، ڪاهين ۽ سمر وارين جاين مان
دڙي تان ۽ کڏن تان
۽ سون سون ڪندڙ هوا جي جهنڪار مان
۽ جهنگ جي زرد ڇٽندڙ پنن مان
پٿرن ۽ پاٿين مان

ندين، انگور جي باغيچن ۽ پوکيل ٻنين مان
رڍن جي واڙي مان ۽ کنڊن ۽ ڇڪڻ مان گذرندڙ
هي چيتاڙبون پاتل، بکين ۽ لٿل چهرن وارا
سخت پورهئي جا مريل
سردي ۽ جهولن جا ستايل
ٻهادر ۽ سپاٽ چهرن وارا
سڪل ۽ ڪيڙن هاڻين وارا
ميرا، گدلا ۽ ڪچري هاٿا ڪپڙا اوڙهيل
۽ سدائينءَ کان اگهاڙي پيرين
هي داغدار، اڻ پڙهيل، جهنگلي
۽ ڪاوڙ ۾ چڪار ٿيل ۽ ٻرندڙ ڪانئين جهڙا....
۽ هٿن ۾ ڪو گلاب نه، چپن تي ڪو گيت نه
۽ نه ڪو گهڙيال آهي نه دف، نه ڍولڪ
نه بگل، نه باجو ۽ نه ڪوئي ٻيو ساز
هيءُ رڳو پنيءَ جا ٿيلها سنڀاليو
۽ چمڪندڙ تلوارن جي بدران رڳو ڏنڊا ۽ ڇريون کنيو
هي پورهيت لنيون کنيو
لڪٽن، کهاڙين ۽ ڀانن
۽ سورج مکيءَ جا ڪجھ گل هٿن ۾ کنيو
هيءُ جوان ۽ پوڙها ڇئني پاسن کان آيا آهن
جڻ جانورن جا ڌڻ ڇڏيا هجن
هيءُ اڻ ڳڻيا مست سانهه
رڳو سيني ۾ خدا جو سڏ کنيو
۽ زبان تي فرياد ڪٿي
هيءُ ٽنڌل بند جيان اڳتي وڌي رهيا آهن
هيءُ طوفان جهڙا اڏول ۽ هنيلا
ڀيانڪ- عظيم ماڻهو!

# گارشيا لورڪا

1898-1936ع

اسپينش شاعر ۽ ڊرامہ نگار لورڪا جو جنم 5 جون 1898ع ۾ ٿيو هو. ابتدائي سال پيءُ جي ٻنيءَ تي گذريس پر لورڪا جي صحت منڊ ڪان ئي نازڪڙي هئي، جنهن هن کي جلد ئي هر وقت سوچڻ ۾ گم رهڻ وارو انسان بنائي ڇڏيو. ڪلاسيڪي ۽ رومانوي ادب پڙهندي لورڪا کي موسيقيءَ سان بہ گهرو لڳاءُ ٿي ويو. جيتوڻيڪ هن قانون جي تعليم حاصل ڪئي پر هن جو وڏيڪ رجحان ادب ڏانهن هو. هن جو پهريون ڪتاب هڪ اسپينش ڳوٺ جي باري ۾ آهي. ان زماني ۾ هو شاعر بہ بڻيو ۽ ڊرامہ نگار بہ. ڪوڙ سال هن ناٽڪ منڊليءَ سان گڏ اسپين جي ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ گذاريا. 1944ع ۾ لورڪا هڪ موسيقار ۽ هڪ مصور سان گڏجي لوڪ فن ۽ لوڪ سنگيت کي بہ پنهنجي تخليقن ۾ شامل ڪيو ان سان هن کي اسپين ۽ ڏکڻ آمريڪا ۾ وڏي شهرت ملي. لورڪا جي فن ۾ منڊ ڪان ئي موت جو الميو شامل نظر اچي ٿو. هن جي "بل فائيٽر" دوست جي موت ان الميي کي وڏيڪ شديد ڪري ڇڏيو. هن جي ان دور جي ڊرامي ۾ هڪ قاتل فقرو وري وري اچي ٿو "منجهند جو پنجين وڳي"

لورڪا جيسي ڊراما بہ لکيا، رومانوي بہ. 1936ع ۾ جڏهن اسپين ۾ گهرو ويڙهہ شروع ٿي تہ هن کي ميڪسيڪو وڃڻ جي دعوت ملي. ڪجهہ دوستن هن کي فاشسٽن کان بچائڻ لاءِ پنهنجي گهر پناهہ ڏني، پر هڪ ڏينهن هو اڪيلو هو جڏهن گهر تي هٿياربند حملو ٿيو ۽ هن کي گهر کان ٻاهر وٺن ۾ وني وڃي گولي هنئي وئي.

لورڪا جي ان ظالماڻي موت جي باري ۾ ڪوڙ شاعرن لکيو آهي. جيوفري جي نظم جا بہ بند هيءَ آهن:

اهي جرنل ۽ ڪرنل جن کي اهو ڊج هو
ته هو انهن جا نالا پنهنجي نظمن ۾ لکندو
۽ هڪ گهٽيا جرنل هن جي موت جو فيصلو ٻڌايو
پر لکير جي هن پاسي
هن جي دوستن، مزدورن ۽ هارين
هن جي گيتن کي ڇهيو
۽ سچو ڏيهه ان جي گونج سان گونجي اٿيو
۽ هن جي خيال ۾ ان جو انت نه هو
اها 19 آگسٽ 1936ع جي ڀيانڪ شام هئي.

# بنجمين فندويان

1898-1944ع

هن رومانين شاعر جو پهريون ڪتاب ”ليند اسڪيپ“ 1930ع ۾ ڇپيو هو پر رومانيه جي ادبي حلقن ۾ هن کي گهڻو ڄاتو سڃاتو نه ويو هو ان ڪري هو پيرس هليو ويو. جتي هو "DADAIST" تحريڪ ۾ شامل ٿي ويو ۽ يورپ ۽ ڏکڻ آمريڪا ۾ ان جي باري ۾ ليڪچر ڏيندو رهيو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کان اڳ هن شاعر کي فرانس ۾ شهرت ملي ۽ هن کي فرانسيسي شاعر تسليم ڪيو ويو ته هي ”بينجمين فوڊڊين“ جي نالي سان مشهور آهي.

فرانسيسي فوج جي طرفان وڙهندي هيءُ شاعر نازين جي هٿ لڳي ويو هو ۽ 1944ع ۾ هن کي گيس چيمبر ۾ مرڻو پيو.

هن جي هڪ دل لرزائي ڇڏيندڙ نظم جو نالو آهي.

### سڌو سادو گيت

هڪ شام مان هتان هليو ويندس
اهو ڄاڻڻ کان سواءِ ته ڪيڏانهن وڃي رهيو آهيان
۽ .... جيڪڏهن ان وقت ٻج چٽڻ جو وقت ٿيو
ته هڪ خاموشيءَ جي هينان مان دفن ٿي ويندس
جڻ ڪو مٽيءَ جي هينان دفن ٿي وڃي....
۽ تون شام ويلي ايندينءَ سدائينءَ جيان
۽ هڪ ٽڏڙو پاڇولو توسان گڏ ايندو

.... پاڻيءَ ۾ ٻڏندڙ پنن وانگر
۽ تون ... سڀ ڪجهه سمجهي ويندينءَ

ڪجهہ منهنجي مٽي ۾ سڙندو رهندو
ڪنهن پهرين ميڻ بتيءَ جيان....
۽ تون ڪنهن ڪان بہ پڇي نہ سگهندينءَ
تہ تنهنجي جنگهن جا گوڏا، ڪنن جا والا ۽ حسين روح
اڄ ايڏو وياڪل ڇو آهن
نئين افق - نون لفظن کي تلاش ڪندي
شايد تنهنجي اندر....
ڪنن کي ڪجهہ ٻڌڻ ۾ نہ اچي
يا ڪنهن لُڪ وانگر لڳي...
پر مان- انسان جي هڪ چيخ وانگيان
توسان پيار ڪندو رهندس
۽ هر ان پٿر سان پيار ڪيان ٿو
جنهن تي هڪ يهوديءَ جو نالو اڪريل آهي....
غربت جي قبرستان ۾
ماڪيءَ جي مکين جو مانارو
جيڪو پن پٿر تائين ڦهلجندو ٿو وڃي
عجيب منظر سان....
هيءُ دنيا جو مروڙيل نقشو آهي
مان موت ڪان، هاڻي وڌيڪ لڪي نہ ٿو رهي سگهان.

هڪ ادبي تحريڪ هئي جيڪا 1915-1922ع تائين مشهور رهي. اها تحريڪ نيويارڪ ڪان شروع ٿي هئي. پهرين مهاڀاري جنگ ڪان گهبرائي ڪجهہ اديبن ان ۾ دل جي حفاظت ڳولي ورتي هئي. فرانسيسيءَ ۾ DALA جي معنيٰ آهي ڪاٺ جو گهوڙو. هيءُ گهوڙو هيءَ تحريڪ پنهنجي زماني ۾ فني معيارن ڪان انڪار ڪندي هئي. مصوريءَ ۾ بہ ان تحريڪ وڏو نالو ماڻيو.

# جيوليس فيوچڪ

23 فيبروري 1903ع - 8 سيپٽمبر 1943ع

ڦاهيءَ جي سايي ۾ جيل جي ادب جا اهي يادگار ورق آهن جيڪي چيڪو سلواڪيہ جي جيوليس فيوچڪ ڦاهيءَ جي تختي جي پاڇي ۾ ويهي لکيا.

فيوچڪ کي ڪوڙ ٻيرا پنهنجي سياسي خيالن جي ڪارڻ جيل وڃڻو پيو ۽ چيڪو سلواڪيہ تي نازي قبضي تي گيستاپو 24 اپريل 1942ع تي پراگ جي پي ڪنيتس گستاپو جيل ۾ هن کي بند ڪري پيانڪ اذيتون ڏنيون. 25 آگسٽ 1943ع تي نازي عدالت فيوچڪ کي موت جي سزا ٻڌائي هن کي چوڏنهن ڏينهن بعد 8 سيپٽمبر 1943ع تي گولي هڻي ڇڏي.

جيل ۾ اي ڪيولينسڪي نالي هڪ مهربان "چيڪ" سپاهي هو، جيڪو فيوچڪ کي ڪاغذ ۽ پينسل آڻي ڏيندو هو ۽ لکيل ورق چوريءَ سنڀالي ڪٽي ويندو هو. فيوچڪ جي موت کان پوءِ اهي ورق گڏ ڪيا ويا. فيوچڪ شاعر نہ هو پر هن جي سيني ۾ جتي هڪ عظيم مفڪر هو، اتي ڌرتيءَ جي حسن کي پيار ڪرڻ وارو هڪ شاعر بہ هو. فيوچڪ جو نثر بہ نظم جهڙو آهي. دل کي لرزائي وجهندڙ آهي.

هن جي جيل جي ڊائريءَ مان ڪجهہ سٽون:

ڪنن ۾ آواز ٿو اچي
جڏهن سج جي گرمي ۽ تارن جي روشني
اسان وٽان هلي وڃي ٿي، هلي وڃي ٿي
اوچي آسمان ۾ ڪلٺي آسمان ۾
جتي رات جو انڌيرو نہ آهي
رڳو ڏينهن جي روشني- حد کان وڌيڪ روشني...
بہ ماڻهو موت جو هيءُ گيت ڳائي رهيا آهن

پر اتي رڳو هو آهن ۽ مان
سنا ماڻهو! مان اڃان مئو ناهيان زنده آهيان
مون کي هيئنئر ئي نہ دفنايو!
هو منهنجو آواز نہ ٻڌا ٻڌي سگهن
ڇا مان سچ پچ مري ويو آهيان
ڇا منهنجو جسم اهڙيءَ ئي ريت منهن پَر پيو رهندو
۽ مان پنهنجو دفنايو وڃڻ، ڏسندو رهندس؟

●

منهنجي کوليءَ جي آڏو جرمن سپاهي گهمي رهيو آهي
۽ ٻاهر ڪٿي سياسي تقدير، يقين جي موت جو ناچي-پيٽو اُٿي رهي آهي
ماڻهن جي اڪين کولڻ لاءِ صدين جي ضرورت هوندي آهي؟
اڳتي وڌڻ لاءِ انسان
جيلن جون ڪيڏيون ڪوليون پار ڪري چڪو آهي
۽ ڪيتريون اڃان پار ڪرڻيون آهن؟

●

بهادرن جي ڪتبن جا ڪتنب ماريا ويا
انهن مان ڪنهن هڪ کي پيار ڪرڻ لاءِ چوندي وئو
ان لاءِ بلڪل اهڙو مانُ محسوس ڪجو
جهڙو اوهان ڪنهن ان وڏي ماڻهوءَ لاءِ ڪندا آهيو
جيڪو مستقبل جي منصوبن ۾ زنده رهيو هجي.

●

اڄ رات منهنجي گستنا کي
مزدوري ڪرڻ لاءِ گهلي پولينڊ
وٺي ويندا- غلامي ڪرڻ لاءِ، ٽائفس سان مرڻ لاءِ
هر روز شام جو مان، هن جا سڀ کان پيارا گيت ڳائيندو آهيان
نيري نيري گاهہ جا گيت، ڇاپا مارن جا گيت
۽ فراق چوڪريءَ جو گيت- جيڪا پنهنجي مڙس سان گڏ گڏ
آزاديءَ جي جنگ وڙهندي مري وئي. . . .

# يي يُڪ - سا

1905-1944ع

هي ڪوريائي شاعر پيڪنگ يونيورسٽيءَ ۾ سماجيات پڙهائيندو هو. اتي ئي هو پڪڙجي پيو ۽ جپاني ملٽري پوليس هن کي اذيتون ڏئي ڏئي ماري وڌو. هن جي نظم جو نالو آهي ”عروج“.

سرديءَ جي رت جو ماريل
مان وڏيڪ اترئين پاسي ڌِڪي اماڻيو ويس
برف تلوار جي ڌار جهڙي
جتي مان بيٺو آهيان
۽ جتي پهاڙي زمين سونهري گهيري ۾ اچي وڃي
خبر نہ ٿي پري
گوڏن کي ڪيئن ٽيڪيان؟ ڪٿي؟
۽ نيم ٿي ويل پيرن کي ڪيئن رکان؟ ڪٿي؟
رڳو اکيون بند ڪريان-
۽ سوچيان تہ سرديءَ جي موسم
لوح جي هڪ اندلٺ آهي....

# موسيٰ جليل

1906-1944ع

موسيٰ جليل جو جنم 1906ع ۾ اورن برگ جي ويجهو هڪ ڳوٺ مصطفيز ۾ هڪ هاري خاندان ۾ ٿيو هو. سياسي طور هو منڍ کان ئي ڪميونسٽ خيال رکندو هو ۽ مزاج جي لحاظ کان شاعر هو.

ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿيندي ئي هو فوج ۾ ڀرتي ٿي ويو ۽ سياسي ڪمن جي تربيت وٺي محاذ تي هليو ويو. 1942ع ۾ هو دشمن جي گهيري ۾ اچي ويو. هو تمام گهڻو زخمي هو. هن کي پولينڊ جي هيلم ويجهو قيدي ڪيمپ ۾ بند ڪيو ويو. سال جي آخر ۾ هن کي جنگي قيدين جي ڪيمپ ۾ اماڻيو ويو ۽ اڳئين سال برلن ويجهو دستراؤ ڪيمپ ۾، جتي ڳجهي تنظيم جي هدايتن تحت هن ڪم شروع ڪيو ۽ 12 آگسٽ 1943ع جي رات تي هن کي وارسا جيل ۾ موڪليو ويو ۽ آخرڪار 1944ع ۾ ڊريسڊن جي عدالت هن کي گوليءَ سان اڏائي ڇڏڻ جي سزا ٻڌائي. ائين سال جي آخر ۾ هن کي قتل ڪيو ويو.

جيل جي سيخن جي پٺيان لکيل هن شاعر جا هڪ سئو پندرنهن نظم ملن ٿا، جن مان آڪٽوبر 1943ع جو هڪ نظم آهي.

## هڪ دوست ڏانهن

دوست، افسوس نہ ڪجان تہ اسان ائين وڇڙياسين
ڌرتي تي هرهڪ جي تقدير ۾ موت لکيل آهي
انسان پنهنجي سالن جي حد پاڻ مقرر ڪري ٿو
پر سال زندگيءَ جي ڪٿپ تائين محدود ناهن،
نہ ئي ڪنهن جي جنم کان موت تائين جو وقت
ڪو ڊگهو فاصلو آهي

سچي مقدر لاءِ وهندڙ رت سورمن کي امر ڪندو آهي
۽ انهن جي مقصد کي دائمي قوت بخشيندو آهي....

"شاعر جي نظريي ۽ آزاديءَ جي دائمي لگن" جي باري ۾ جليل جو هڪ پيارو نظم آهي:

منهنجي گيتن سيکاريو آهي
آزاديءَ سان پيار ڪرڻ
۽ گيت ئي سيکاريندا، بي خوف مرڻ
منهنجي زندگي ماڻهن جو هڪ گيت هئي
۽ منهنجو موت - وڙهڻ جي للڪار هوندي....

جليل دشمن کي مخاطب ٿيندي به هڪ نظم لکيو:

قاتلو! مون کي گوڏن ڀر ڏسڻ جي
بيڪار ڪوشش نه ڪريو!
اڇو! مون کي رحم نه گهرجي
توهان جو! رت سان ٻڌل هٿوڙو
منهنجي اک نه چنڀائي
مان وڀهي نه- بيهي مرندس....

# رادنوتي مڪلوش

1909-1944ع

هنگريائي ۽ فرانسيسي ادب پڙهندي، رادنوتيءَ 1930ع ۾ شاگردن جي هڪ تنظيم ناهي ٻهراڙيءَ جي زندگيءَ جو مطالعو شروع ڪيو. هو جيتوڻيڪ منڍ کان ئي ڏاڍو سٺو شاعر هو پر يهودي نسل مان هجڻ جي ڪري هن کي روزگار جو ڪو وسيلو نہ ملي سگهيو. هن جي لاءِ روزگار جي هر رستي تي انڪار لکي ڇڏيو ويو. ڪڏهن ڪڏهن هن کي ترجمي جو ڪم ملي ويندو هو.

1941ع کان اڪثر ڪيس جبري پورهيي جي ڪيمپ ۾ گهرايو ويندو هو 1944ع ۾ هن کي يوگو سلاويہ جي شهر "بوا" جي هڪ پيانڪ ڪيمپ ۾ رکيو ويو ۽ جرمن فوجون يوگو سلاويہ مان واپس وڃڻ لڳيون تہ ڪيمپ جي قيدين کي بہ موت جو مارچ ڪرائيندي گڏ روانيون ٿيون. قيدي جٿن ۾ شريڪ هيءُ شاعر جڏهن پنهنجي وطن هنگريءَ مان گذري رهيو هو، ان وقت حد کان وڌيڪ ٿڪيل هن شاعر کي نازين گولي هڻي ڇڏي. پوءِ جڏهن هن جو لاش مليو تہ ڪوٽ جي کيسي مان ڪجهہ نظم بہ نڪتا. رادنوتيءَ جا هيٺيان مجموعا شايع ٿيا هئا.

سال 1930ع ۾ "Oagan Greeting"، 1931ع ۾ "Song of Modern Shephards" 1933ع ۾ "Rising Wind"، 1935ع ۾ "New Moon" 1938ع ۾ "Steep Road" ۽ موت جي تارن ۾ گهيريل ڪيمپ ۾ رادنوتيءَ جيڪو ڪجهہ لکيو ان پيانڪ وقت جي آواز جو نالو آهي.

## هڪ وياڪل پَل

مان وڏو هوا ۾ ساهہ کڻندو هئس، سچ جي ويجهو
هنگري! تو پنهنجي پٽ کي زمين تي ڪيئن ٻڌو!

ڏس! منهنجي جسم تي پاڇن جو لباس آهي
۽ ٻڏنڌڙ سور جن جي ٻانهن منهنجا هٿ نه سيڪيا
پهاڙ ڏاڍا پري آهن ۽ آسمان ڏاڍو ڏور آهي
مان گوگن ڪنڪرن جي پاتال ۾ ڪِريل
شايد مون کي خاموش رهڻ گهرجي
اڄ نظم ڇو لکي رهيو آهيان؟
زندگيءَ جي ڳالهه ڪيئن هلي؟ ڪنهن هلائي؟
۽ نظم جي گهر به ڪنهن نه ڪئي
ڄاڻان ٿو ته هڪ چيخ به بيڪار آهي
هو مٽيءَ ۾ دفن نه ٿيندا
رڳو هوا، هڏين کي وکيري ڇڏيندي....
پر وري هڪ پٿر مان گونج پيدا ٿيندي
انهن حرفن جي، جيڪي اڄ مان چئي رهيو آهيان
۽ جيڪي قدآور مرد هوندا ۽ جوان عورتون
اهي سمجهي ويندا....

# نڪولا واپستاروف

1909-1942ع

بنيسڪو، پيرن جبل جي دامن ۾ هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. هتي واپستاروف پيدا ٿيو. 1909ع ۾ ماءُ هن کي ڪمن، ساٿين ۽ سچائيءَ سان پيار ڪرڻ پنهنجي ٿڃ ۾ ڏنو هو. بلغاريائي لوڪ گيتن ۽ بلغاريائي شاعرن جي تخليقن کان سواءِ ماءُ هن کي شيڪسپيئر ۽ گوئٽي جي قلم سان بہ متعارف ڪرايو. ٻالجتيءَ ۾ ئي جڏهن هو پنهنجي ساٿين ۾ هوندو هو، نانگ جيان هن جو ڳاٽ اوچو هوندو هو.

واپستاروف جي ٻالجتي جو وقت ۽ جواني بلغاريائي جنگ ۽ پهرين مهاڀاري جنگ جي ڏکين سالن ۾ گذريون. هن جي دل تي انهن سالن جا اڻ مٽ نشان چٽجي ويا.

گورڪي هن جو محبوب اديب هو ۽ وري هو انهن جهاز وارن سان متعارف ٿيو، جيڪو انهن ڏينهن ۾ لڪ- چوريءَ ۾ مارڪسي ادب ۽ سوويت اخبارون آڻيندا هئا. واپستاروف دل ۾ وڏيون اميدون سانڍي سوويت يونيف وڃڻ جو فيصلو ڪيو پر هن جي پنهنجي وطن جي سڌ هن کي وڃڻ نہ ڏنو. هن بحري فوج جي اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ پوءِ هن کي ڳاٽي توڙ محنت ۽ شديد بک جا ڏينهن گهارڻا پيا. هن ريلوي ۾ بنين ٻارڻ جو ڪم ۽ مستريءَ طور ٻارنهن ڪلاڪ ڪم ڪيو.

پورهيت طبقي جي سمورين تڪليفن جا نشان هن جي تحريرن ۾ ملن ٿا. ولاديمير مايا ڪووسڪي جي قلم بہ هن کي ڏاڍو متاثر ڪيو.

ٻي مهاڀاري جنگ شروع ٿي وئي. 1940ع ۾ سوويت حڪومت بلغاريہ سان دوستيءَ جو ناٽه ڪرڻ جي آڇ ڪئي پر بلغاريہ جي فاشست حڪومت ان آڇ کي نڪرائي ڇڏيو ۽ اها ڳالهہ عوام کان لڪائي وئي هئي. بلغاريہ جي پورهيت پارٽي ان آڇ ۽ ان جي موت م

ڪيل انڪار ڪي آڏو آندو. پيرن جي علائقي ۾ اهو خطرناڪ ۽ ذميوارانو ڪم واپستاروف کي سونپيو ويو. 4 مارچ 1942ع جي ڏينهن پوليس واپستاروف کي گرفتار ڪري ورتو.' 23 جولاءِ 1942ع تي فوجي ٽريبيونل ۾ هن تي ڪيس هلايو ويو ۽ موت جي سزا ٻڌائي وئي. واپستاروف اها خبر ڏاڍي ٿڌي دماغ سان ٻڌي ۽ چيو "پنهنجي ڌرتيءَ جو هڪ سنو پٽ هئڻ ناتي مان فاشسٽ ظالمن سان نفرت ڪيان ٿو. ان ڪري مون اهو قدم کنيو هو." ان ئي ڏينهن هن کي گولي هڻي وئي هئي.

واپستاروف جي شاعري گهري انسان دوستيءَ جي شاعري آهي. قومن جي وچ ۾ امن ۽ دوستيءَ جي فروغ جي شاعري آهي. هن جي نظمن تي لوڪ گيتن جي سياٽپ ۽ سادگيءَ جي ڇاپ آهي 1953ع ۾ عالمي امن ڪائونسل واپستاروف جي قلم کي "اعليٰ اعزازي انعام" ڏنو. واپستاروف جو قلم، امن ۽ انصاف جي لاءِ گهرو بلڪ بيحد گهرو يقين پيدا ڪندو آهي.

هن جو هڪ نظم:

### تاريخ ڏانهن

اسان پورهيت گمنام آهيون تون اسان جو ذڪر ڪندينءَ؟
پنهنجي ڪنهن ورقي تي، اسان جو به نالو لکندينءَ؟
بصر ۽ مانيءَ کي سنگهي، اسان هن گيت کي پوکيندا رهياسين
۽ زندگيءَ جي ڇهري تي ڦتڪار وجهندا رهياسين
۽ شڪر ڪر، توکي اسان کوڙ خبرون ڏيندا رهياسين
توکي ان جي اڄ هئي، اسان پنهنجو خون وهائيندا رهياسين
شاعرن جو قلم ترقيءَ جا گيت لکندو.
پر درد جو ڏکهو داستان اڻ چيو رهجي ويندو
۽ ڇا آهي اسان جي زندگي ڇا ان جي ڪا معنيٰ نہ آهي؟
زندگيءَ جي ڪوڙاڻ آهي بس ٻيو ڪجهہ نہ چئجان
هيءَ ڪندن جو لوڙهو هئي ۽ ان جي ڇانوَ جهوليندي رهي
۽ ماءُ اسان کي جنم ڏيڻ کان پوءِ درد ۾ ڳرندي رهي
پن ڇڻ ۾ اسان مکيہ وانگر مري وياسين

مائرن جي پارن کي بس جهنگ جا پن پڌي سگهيا
جيڪو ڪجهه بہ باقي بچيو، اهو پگهر ۾ پڌي ويو
اسان کي بہ ڪم تي لڳايو ويو، جانورن کي بہ جوٽيو ويو
”اها آهي دائمي زندگي“ وڏن اسان کي چيو
۽ اسان جو قصور اهوئي هو جو اسان ان فلسفي کي ٺُڪي ڇڏيو
هڪ درد هو، هڪ ڪلوڙ هئي، ميزن کي زمين تي اڇلايو
پوءِ ڪنڊن ڪرڇن ۾ وبهي، ڪجهه حسرت ڪئي- ڪجهه انتظار ڪيو
پوءِ آسمان اسان جي مٿي تي بار ٿي پيو
جيڪو بہ ثابت قدم بيٺو رهيو، هوائن ان کي ڪيرائي ڇڏيو
اڻ ڳڻيا قصا هوندا ۽ تون لکندي لکائيندي رهندينءَ
صفحن جا صفحا جوڙي، تون جلد بنائيندي رهندينءَ
هر حرف جو، سٽ جو هڪ تهہ نهندو ويندو
پر انهن تهن ۾ هيءُ داستان سڏڪا پري روئندو
اڄ مان پنهنجي ننڊ چورائي، هيءُ گيت لکي رهيو آهيان
اڄ منهنجي زبان خشڪ آهي ۽ گيت نہ ٿو پيو مهڪي
سخت ظالم ٿڦڙون، اسان عمر ڀر سهندا رهياسين
هيءُ ڏاڍا کهرا گيت آهن ۽ انهن جا وزن بہ ڏنگا آهن
اسان ان دک جي، ان درد جي قيمت نہ ٿا گهرون
۽ اسان ڪو بدلو، عيوضو يا شهرت نہ ٿا گهرون
۽ اسان نہ ئي ڪئلينڊر جي تصوير بنجڻ ٿا چاهيون
جيڪي اسان کان پوءِ ايندا، انهن کي اها ڳالهہ ٻڌائي ڇڏجان.
تہ اسان هڪ زندگي، هڪ خواب، هڪ بت گهڙيندا رهياسين
۽ روشنيءَ کي ماڻڻ لاءِ انڌيري ۾ وڙهندا رهياسين.

# جون ڪارن فورڊ

1915-1936ع

هيءُ انگريزي شاعر ڪيمبرج ۾ ريسرچ جو شاگرد هو. اتي ئي هن جو پيءُ قديم فلسفي جو پروفيسر هو. هيءُ پهريون انگريز هو جيڪو اسپين جي جمهوريت جي جنگ ۾ سرحد تي وڃي وڙهيو ۽ اتي ئي پنهنجي ايڪيهين سالگرهه جي ٻئي ڏينهن مارجي ويو.

وقت، جڏهن لڳاتار وسندڙ بارش آهي
۽ منڊ کان ئي ڪنارن کي ٽوڙيندي،
۽ تاريخ، اسان جي هٿن ۾ ٿهندي رهي
خاموشيءَ سان نہ، گرجندي،
پوءِ بہ- اسان کي ان تعبير لاءِ ڪوشان ٿيڻ گهرجي.
لڪيرون جيڪي هڪٻئي کي ڪٽينديون گذرن ٿيون ٻنهي طرفن کان
وقت مستقبل، خلا ۾ نروار آهي
هيءُ رستي وانگر چڪر ڪاٽيندو آهي
۽ اسان کي هتان ضرور گذرڻو آهي
۽ سڌو
جڏهن اسان جي بندوق جي گولي
اسان، مستقبل آهيون
۽ اڄو آخري حملي سان منهن مقابل ٿيون.

*(هڪ طويل نظم مان)*

# زويا ڪرگ لووا

1923-1943ع

زويا جو جنم نووگراد جي ويجهو موشين شڪوئي ۾ 23 اپريل 1923ع تي ٿيو هو. جيئن ئي جنگ شروع ٿي. هن ڇوڪريءَ پنهنجي هر شئي داوَ تي لڳائي ڇڏي. 1941ع جي پن ڇڻ ۾ هن کي 145 ٽينڪ ڪور بٽالين اسپتال جي عملي ۾ شامل ڪيو ويو ۽ ان کان پوءِ هن جي اتر اولهه مورچي تي جاسوسيءَ جو ڪم شروع ٿي ويو.

سوويت هاءِ ڪمانڊ، لينن گراڊ جي مورچي تي نازي فوجن جي ڪارروائين جي باري ۾ اطلاع گڏ ڪرڻ جي مقصد لاءِ هن کي ٻن ٻين ڇوڪرين سان گڏ اوڏانهن موڪليو. زويا جرمن زبان ڄاڻڻ جي ڪري ڏاڍي ڪامياب رهي. 1943ع جي شروعات ۾ انهن ڇوڪرين کي ڪجهي جرمن پوليس گرفتار ڪري ورتو. پر زويا هڪ ڀيرو ته موت جي ڪال ڪوٺڙيءَ مان ڀڄي نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي. سرحد پار ڪندي جڏهن هوءَ ٻيو ڀيرو گرفتار ٿي ته ڏاڍي ذهني ۽ جسماني تشدد برداشت ڪرڻ کان پوءِ 9 سيپٽمبر 1943ع جي صبح جو نازين جي هٿان گوليءَ سان اڏائي وئي.

ماءُ پيءُ جي نالي هڪ خط ۾ هن جو هڪ نظم به مليو ٿو. پنهنجي زندگيءَ جي باري ۾ ۽ ان جي اداس انجام جي باري ۾:

نه روءُ تو نه روءُ منهنجي پياري
نه سوڳ ملهاءِ منهنجي امڙ
ڊچ نه اسان نازي حملہ آورن کي شڪست ڏئي
گهر واپس ايندا سين، تنهنجا ٻار...
پر هوءَ موٽڻ بنان ئي مري وئي
استروف ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ بنجي آيو موت...
هو آيا، رات وڳڙي، هن کي وٺي ويا
۽ جيل جي ديوار پرسان وٺي وڃي، هن کي رخصت ڪري ڇڏيائون...

# جنگي قيدين جي جيل ساچ سينهاوسين مان قومي نغمن جو هڪ ڳٽڪو

1958ع ۾ جڏهن جيل کي ڊاٿو پٽي ويو (برلن کان تيرنهن ميل اتر طرف اورن برگ جي ويجهو) تہ مزدورن جي اڳواڻ ويلسيم هر مان کي ملبي مان قاتل هڪ ڪاپي ملي هئي جيڪا هن سوويت فوج جي هڪ يونٽ جي آفيسر ليفٽيننٽ ملوت ڪيف کي ڏئي ڇڏي.

ان ڪاپيءَ جي شاعر جي باري ۾ ڪا خبر نہ ٿي پوي. پراڻا قيدي ڪوڙ نالا ٻڌائين ٿا ۽ ٿي سگهي ٿو انهن نظمن جو شاعر ڪو هڪ نہ پر ڪوڙ هجن. 1915ع ۾ جڏهن بيرڪن جي مرمت ڪئي وئي تہ ان ۾ جرمن نارويئي ۽ روسي مزدور شامل هئا. جنهن ماٺهوءَ جي بلي بجليءَ جي تارن جي مرمت جو ڪم هو اهو ناروي جو قيدي مارٽن گوسلو هو. هن جو چوڻ هو تہ جڏهن هو بجليءَ جون تارون لڳائي رهيو هو تہ روسي قيدين هن کي نظمن جي ڪاپي پٽ ۾ لڪائڻ لاءِ چيو هو ۽ هن رستونيءَ جي فرش هيٺان ديوار جي پرسان اها ڪاپي لڪائي هئي.

ساچ سينهاؤسين جو جيل ستاويهہ يورپي قومن جي قيدي ساٿين جو قبرستان هو. جتي هڪ لک کان وڌيڪ قيدين کي قتل ڪيو ويو. 21 اپريل 1945ع جي ڏينهن اٽڪل ٽيهہ هزار بچيل قيدي موت جي جلوس جي شڪل ۾ ڪڍيا ويا ۽ ٻيڙين ۾ ٻري سمنڊ ۾ ٻوڙيا ويا. ان ڪاپيءَ جو/ جا شاعر ضرور انهن ۾ هوندا.

خانن واري ڪاغذ جي ان ڪاپيءَ ۾ پنجاهہ نظم آهن ۽ آخري نظم تي تاريخ 27 جنوري 1945ع آهي.

انهن نظمن مان هڪ نظم "آخري خواهش" جو ڪجهہ حصو:

جيڪڏهن هن لڙڪن ۽ درد ڀري قيدي ڪيمپ ۾
۽ پرديس جي هن گهٽيا ڌرتيءَ تي
مون کي زندگيءَ کان وداع ٿيڻو پيو.

۽ عين جوانيءَ ۾ مان بي رحم هٿن ۾ مري ويس
۽ منهنجو لاش، ساڙي ڦوڪي
جيڪڏهن جرمن ان جي رک بہ اڏائي ڇڏي، تہ ڇا آهي....
توهان منهنجا دوستو! ڀائرو!
جن جو مان قدر ڪندو آهيان
۽ جن تي منهنجو ايمان آهي
منهنجي آخري وقت جي قربت نہ ڏسي سگهندئو
پر توهان مردن وانگر اٿجو- رجز ڳائجو
۽ هٿ ۾ ڪٺارون کڻي، بدلن کي ڳڻجو
توهان بي خوف هوندئو، سچي مقصد جي لاءِ
دروازن جا ٻنيا کولي ڇڏجو ۽ ديوارون ڪيرائي ڇڏجو
۽ فتح جو جهنڊو آسمان تائين کڻجو....
اٿجو! منهنجا ساٿيو! اٿجو....

# ارنيسٽ چي گويرا

1928-1967ع

لاطيني آمريڪا جو عظيم انقلابي ۽ باغي شاعر "چي" ارجنٽائن ۾ پيدا ٿيو. هن چڪ تسا زبان سکي ۽ ڪيوبا جي بغاوت دوران استعمال ڪئي. ڪيوبا جي بغاوت کي نظرياتي موڙ به هن ڏنو. ان کان پوءِ بوليوميا ۾ گوريلا سرگرميون شروع ڪرڻ هليو ويو. جتي هو گوليءَ سان ماري ڇڏيو ويو. سڄي دنيا جو باغي نسل هن کي پنهنجو روحاني ۽ نظرياتي اڳواڻ سمجهي ٿو ۽ تمام مٿانهون مرتبو ڏئي ٿو.

هن جو هڪ گيت آهي:

فيدرل ڪاسترو جي لاءِ

تو چيو هو ته سج اڀرندو
اچو! بي نشان راهن تي هلون!
اسان ان لهرائيندڙ سنگيت کي آزاد ڪنداسين
جنهن سان توهان پيار ڪندا آهيو
هلو هلون!
۽ پرون جيڪي تارن سان جڙيل آهن
انهن کي ساڻ ڪٽي سمورن بي حرمت ماڻهن کي متحد ڪريون،
اسان ڪٽينداسين.
يا موت کان به گذري وينداسين....
جڏهن پهرين بندوق هلندي.
ته جهنگ کي هڪ تازي حيراني ٿيندي
۽ اتي- ان ئي وقت روشنيءَ کي ساڻ ڪري
اسان توسان گڏ هونداسين

جڏهن تنهنجو آواز
چئني هوائن کي طرف بخشيندو
انصاف گهرندو، ماني ۽ آزاديءَ جي تقاضا ڪندو
اسان، توسان گڏ هونداسين.
تنهنجي زبان، تنهنجي لهجي ۾ ڳالهائيندي
۽ سچ لهڻ مهل جڏهن ظالمن جو وار ختم ٿيندو
تو اتي ئي انصاف جو وار ڪجان
۽ اسان توسان گڏ هونداسين
۽ جڏهن هو جهنگلي درنده زخمن کي چٽيندا
۽ جتي ڪيوبا جي ٻڙڇي وار ڪندي
اسان سڀ فخر سان توسان ساڻ هونداسين
تون ڪڏهن نه سوچجانءِ
ته سوغاتن سان گڏوگڏ نچندڙ ۽ تمغن سان پربل چمڙا
اسان جي سالميت کي ٽوڙي سگهن ٿا
اسان کي رڳو بندوقن جي خواهش آهي ۽ انهن جي گولين جي
اسان ٻيو ڪجهه نه ٿا چاهيون
۽ جيڪڏهن رستي ۾ لوهه به رڪاوٽ بڻجي
آمريڪي تاريخ ڏانهن ويندي، ان رستي تي
ته اسان - رڳو
ڪيوبا جي لڙڪن جو ڪفن چاهينداسين
جيڪو اسان جي گوريلا هڏين کي ڍڪي سگهي.

# مارٽن لوٿر ڪنگ

1929-1968ع

نوبل انعام يافته مارٽن لوٿر ڪنگ گڏيل آمريڪي رياستن جي ڏاکڻي علائقي ايٽلانٽا جارجيا ۾ 15 جنوري 1929ع ۾ پيدا ٿيو هو. هن انسان ذات جو خواب پنهنجي اکين ۾ وسائي ڇڏيو هو ۽ پنهنجي نيگرو عوام جي حقن جي لاءِ جدوجهد ڪندي هو 4 اپريل 1968ع تي قتل ڪيو ويو.

هن جي سچي حياتي امن جو هڪ اهڙو نظم هئي، جنهن جا ڪجهه ٽڪرا دنيا جا سمورا شاعر لکندا آهن ۽ هن جي سچي زندگي انسان جي خوني تاريخ جو اهو ٽڪرو هئي جيڪا اڄ به دنيا جي ڪوڙ حصن ۾ روز گولين سان پروڻ ڪئي پئي وڃي. امن جو هڪ خواب هن هڪ شاعر وانگر به ڏٺو، هڪ فلسفيءَ وانگر به ۽ هڪ بهادر انسان وانگر به. زندگيءَ کي ٽن پهلوئن سان ڏسڻ جي ان جي سوچ ٽن سٽن جو هڪ سٽ کان ننڍو ۽ دنيا جو سڀ ان وڏي نظم جهڙي آهي. ”زندگيءَ کي ڊيگهه ۾ به، ويڪر ۾ به ۽ اوچائيءَ ڏانهن به وڌو هئڻ گهرجي.“

.... ۽ هن، ان جي تشريح ڪئي ....

ڊيگهه جي لحاظ کان ذاتي خوابن سان جڙيل، ويڪر جي لحاظ کان سچي دنيا سان جڙيل ۽ اوچائيءَ ڏانهن خدا تائين. پنهنجي وڏي وجود تائين پهچندڙ... ۽ هن جو هڪ بيحد پيارو نظم آهي.

**مان اڪيلو وڙهندس**

مان اڪيلو وڙهندس
پلي مان
۽ پلي بڏي وجان
”هو“ نه گهرجي
جيڪو اڃي آزاد ڪري
۽ نه ڪو عيسيٰ مسيح
جيڪو منهنجي لاءِ مري.

# جيسوئير هيرود

1942-1963ع

پيرو جو هيءُ شاعر پيرو جي گاديءَ جي هنڌ ليما جي پرسان مراف لورس ۾ پيدا ٿيو. هو شاعر به هو ۽ باغي به. ڪيوبا ۾ هن فلم انڊسٽريءَ جي تربيت حاصل ڪئي. پر پيرو وڃي گوريلا فوج ۾ شامل ٿي ويو ۽ 1963ع ۾ گوليءَ سان اڏايو ويو.
هن جو هڪ نظم آهي:

## نئون سفر

سگهو ئي مون کي هڪ سفر تي وڃڻو آ
اوڏانهن... سفيد پربتن ڏانهن
جيڪي منهنجا منتظر آهن
اهي ئي هوائون، اهي ئي سنگتڙن جا باغ
پر پير نهيل رستن تي هلندا
۽ اکيون پڪل ناسپاتين تي هونديون
اها مسافري، اڪيلي سر
۽ هر شئي تياڳي ڇڏڻ، سولي نه آهي
ڳلي ڳلي ۽ شهر شهر وڃڻ
۽ جتي هڪ ئي خيال باقي رهندو هجي پرم تنتڻ جو....
سمنڊ جي ڪناري به نه وڃڻ
ڇو جو قاتل گوليون ۽ پاڻيءَ ۾ لڪل قاتلن جو جار وڇايل آهي
رڳو ساڃي پاسي جيڏانهن درياءَ آهن ۽ پربت
هيءُ اهو رستو نه آهي....
جو، جيڏانهن مان زندگيءَ کي ساڻ نه وٺي وڃان

پر ٻڌو آهي تہ ان ئي رستي تي
موت منڊ لائيندو آهي
ائين ناهي تہ ڪو مان پيرن جي حفاظت ٿو ڳوليان
اهي هر گهڙي، هر موڙ تي هڪ گهات هٽندا آهن
۽ جڏهن انهن کي موقعو ملي
اُهي اسان جا خط چورائيندا آهن
۽ ڏاڍا آزمايل داوَ پيچ، لڙائيندا آهن...
پر پوءِ بہ اهو جاڻڻ ضروري آهي
تہ هتي سفيد پربتن تي ڇا ڇا وهندو واپرندو آهي.

# فرنيندو گارديو سروانٽيس

1940-1967ع

سروانٽيسس وچ آمريڪا جي ملڪ نڪاراگوا جو شاعر ۽ گوريلو هو. ٻاغي شاگرد اڳواڻ هو. 1967ع ۾ قتل ڪيو ويو. هن جا ڪجهہ نظم آهن.

## هڪ مئل جواني

هڪ مئل جواني رائيفل جي دل ڪيئن موڙي؟
۽ درد جا نشان ڪيئن ڏيکاري؟
پر ان جي زخمن جي رستي تان
اسان جو "ڪجهہ" پهاڙن تي ويو آهي، هميشہ جي لاءِ
ترسو! پرسان (ائين ئي) گذري نہ وڃو.

## هڪ ديس جي ڪهاڻي

ديس جي قيمت تيهہ لک پڙي آهي
جيڪڏهن ڪو وڪڻڻ چاهي
۽ ڪنهن چاهيو ۽ وڪيو
۽ پوءِ انهن چيو
تہ وطن جا فرزند- رڳو ڳائڻ لاءِ پيدا ٿيا آهن
ٻڌايو ڀلا تہ جنگ چا هڪ گيت نہ هوندي آ؟
۽ موت سڀ کان وڏو گيت آهي....

## مـُـردا

مُردا... مُردا....
اهي باغين جا هٿ پڪڙيندا
۽ آواز، جيڪي ڪيئي ڀيرا وڏي ويا آهن، ان جي تائيد ڪندا.
ٻنين ۾ ٻيجاري جي لڪيرن ڪي طرف بخشيندا
۽ انهن جا هٿ هاڻي ڪير ٿو روڪي سگهي؟

## تـوکـي سـُڌ آهـي

ڇا توکي سُڌ آهي تہ هو مري ويو
۽ خبر آهي تہ هن جي قبر ڪٿي آهي؟
۽ خبر آهي تہ ڪنهن هن کي دفنايو يا نہ؟
هو تنهنجو ياءُ هو
۽ رڳو دلين جي زمين ۾ دفن آهي
۽ اسان جي زندگيءَ جا ڏينهن
هڪ گل بڻجي ڦٽندا هڪ قبر تي....

# شڪيب جلالي

1934-1966ع

سيد حسمن رضوي شڪيب جلالي پهرين آڪٽوبر 1934ع تي پيدا ٿيو. هن پنهنجي تعليمي زندگيءَ جي شروعات 1940ع ۾ اسلاميہ انٽر ڪاليج بريلي جي ٽئين ڪلاس ڪان ڪئي. مئي 1944ع ۾ هن جي ماءُ ريل جي هيٺان اچي فوت ٿي وئي. ڏهہ سالہ شڪيب جي معصوم ذهن تي ان حادثي جو انتهائي شديد اثر ٿيو جو هو عمر ڀر تائين ان ڪان پيڇو نہ ڇڏائي سگهيو ۽ ارڙهن سال پوءِ هن پنهنجي ٿڪل وجود کي هلندڙ گاڏيءَ جي آڏو اڇلائي ڇڏيو. ماءُ جي موت ڪان پوءِ هو بريلي ۾ پنهنجي پرائيويٽ استاد ماستر عبدالرشيد وٽ رهندو هو. والده جي وفات ڪان پوءِ ان جي تعليم جو جيڪو سلسلو منقطع ٿي ويو هو، اهو جولاءِ 1944ع ڪان ٻيهر شروع ٿي ويو. ميٽرڪ جي پڙهائيءَ دوران شڪيب شاگردن کي ٽيوشن بہ پڙهائيندو رهيو.

شڪيب 1948ع ۾ راولپنڊيءَ آيو ۽ 31 جون تي مقامي ڊمپ ۾ نوڪري شروع ڪيائين. 9 آڪٽوبر 1948ع تي سينٽرل ڪوآپريٽو بينڪ جي راولپنڊي برانچ ۾ نوڪري ڪيائين. سيپٽمبر 1952ع ۾ راولپنڊيءَ مان هن جي ايڊيٽرشپ ۾ گونج" جو ٻهريون شمارو منظر عام تي آيو. "گونج" شڪيب جي راولپنڊي ڇڏڻ ڪان پوءِ بہ نئين ادارتي اسٽاف جي نگرانيءَ ۾ وڏي عرصي تائين ڇپبو رهيو. راولپنڊيءَ ۾ شڪيب جلالي، انجمن معاونين قلم و سخن جو سيڪريٽري رهيو ان ڪان سواءِ ڪوڙ ادبي محفلن ۾ بہ باقاعدگيءَ سان شرڪت ڪندو رهيو.

شڪيب پنهنجي ابتدائي ڪجهہ غزلن ۾ "ڪمال" تخلص ڪيو آهي. ان جي ابتدائي دور جي پنهنجي هٿ سان لکيل غزل ۽ ڪجهہ تصويرون اڄان بہ موجود آهن. راولپنڊيءَ ۾ شڪيب جي رهائش ماجد الباقريءَ جي ويجهو هوندي هئي ۽ اها ويجهڙائپ پوءِ گهري رفاقت ۾

بدلجي وئي. آگسٽ 1974ع ۾ شڪيب جو شاعريءَ جو مجموعو "روشني اي روشني" جي نالي سان شايع ٿيو.

شڪيب جلاليءَ جو شمار بيشڪ جديد غزل چوڻ وارن شاعرن جي پهرين صف ۾ ٿيندو آهي. هن 12- نومبر 1966ع تي هلندڙ ريل گاڏيءَ جي آڏو ليٽي خودڪشي ڪري ڇڏي. پنهنجي جيون ۾ ته شڪيب ادبي اجاره دارن جي بي اعتناعي جو شڪار رهيو پر هن جي دردناڪ موت کان پوءِ هن ملڪ جي نقادن ۽ ادبي حلقن کي ان جي عظمت جو اعتراف ڪرڻو پيو.

شڪيب جو هڪ يادگار شعر آهي ته:

اچي ڪريو هو هڪ پکيئڙو رت ۾ ٻڏل،
تصوير پنهنجي ڇڏي ويو آ پهاڙ تي.

# قمر عباس نديم

1981ع ۾ قمر عباس نديم خودڪشي ڪري ڇڏي.
ڊپريشن جي اها ڪهڙي سطح هئي جنهن ان کي پنهنجي لاءِ اهڙي قسم جي موت جو انتخاب ڪرڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.
موت جو اهو انتخاب تين دنيا جي هڪ اديب لاءِ ڪو آسان انتخاب نه هو پر خودڪشيءَ ڪان پوءِ اخبارن ۾ جيڪا خبر ڇپي، اها خبر بذات خود ان قسم جي موت تي هڪ بليغ ۽ جامع تبصرو آهي.
خبر ۾ لکيل هو:
”نوجوان افسانه نگار قمر عباس نديم ڪار جي حادثي ۾ فوت ٿي ويو.“
قمر عباس نديم، ڪوڙ سال اڳ موت جي باري ۾ سوچڻ لڳو هو. پيشي جي لحاظ کان هو طبي ڊاڪٽر هو. ان حوالي سان به هن جي خودڪشي کي هڪ خاص معنيٰ آهي.
ٻين کي شفا ڏيڻ وارو، زندگيءَ جي دفاع ۾ جنگ وڙهڻ وارو سپاهي، آخرڪار پاڻ پنهنجي پاڻ پنهنجي هٿن سان زندگيءَ کي ختم ڪرڻ جو فيصلو ته ڪري.
ان باري ۾ ڪوڙ سوال پيدا ٿين ٿا.
قمر عباس نديم جي ڪهاڻي، اهي سوال به اٿاري ٿي ۽ انهن جا جواب به ڏئي ٿي.

قمر عباس نديم — ڪهاڻي

# چوٿين ڏسا

اس منهنجي پنبڻين کي هٽائي، منهنجي پتلين تي اچي ويٺي.
مان ڇرڪجي اٿي ويٺس
مان ڪٿي آهيان؟
ڪنهن منهنجي هٿ مان ڪتاب جو اهو صفحو ڪسي ورتو جيڪو مان پڙهي رهيو هئس. ڪيستائين پڙهيو هئس. اهو ڪتاب ڪهڙو هو. ان جو موضوع ڪهڙو هو؟
اها جڳهه بهرحال مون لاءِ ڄاتل سڃاتل هئي. واريءَ جي اها مخصوص چمڪ ۽ ڄاتل سڃاتل هوا، جنهن ڪٿان ڏور ڪنهن ساحل تان تازگي ۽ مهڪ چورائي هئي.
ان جاءِ جو ڪهڙو نالو آهي... اهو درياءُ ڪهڙو آهي؟
ڇا ان جو نالو رکيو ويو آهي؟
مان اٿي رستو تلاش ڪرڻ چاهيان ٿو، پر منهنجي ٽنگن ۾ وسعت ئي ڪانهي.
ڇا مان منڍ ڪان هتي وينل آهيان.
ابتدا ڪان... پر ڪهڙي شئي جي ابتدا ڪان...؟
ڇا ڪا ابتدا آهي؟
مان پنهنجي دماغ تي زور ٿو ڏيان. "ابتدا" جو خيال مون ڪي ڪٿان آيو آهي؟
ڪجهه ڪجهه ڏيان ۾ اچي ٿو. ڪا شئي پڪ سان هئي، ڪو داستان يا حقيقت. جسم يا خيال. جيڪڏهن اهو ڪجهه به نه هو ته ابتدا جو ڪهڙو مطلب آهي!
اس واريءَ کي ۽ منهنجي جسم کي منور ڪري ڇڏيو آهي پر ياد جون ساروڻيون اڃان به رهيل آهن.
مان ڪهڙي جاءِ تي آهيان

مان ماڳ جو تعين نہ ٿو ڪرڻ چاهيان.

جڳهہ جي نالي سان مون کي دلچسپي نہ آهي.

مان وقت جي ڪهڙي صحرا، ڪهڙي ڪنڌ ۽ ڪهڙي ملڪ ۾ پيو آهيان؟

وقت يادن جي پسمنظر شين جي هڪ خاص ڏسا ۾ حرڪت، هڪ وقتي عمل، ڇا عمل جي ان وهڪري جو رڪجڻ يا طرف جي تبديلي ممڪن نہ آهي؟ ائين خبرناهي ٿيڻ تيز حرڪت جي بنياد تي ٿئي ٿو يا تمام گهٽي جمود جي بنياد تي.

مان اٿي سگهان ها تہ اهو ڇاڻڻ ڪو ڏکيو نہ هو. رڳو اهو ميدان منهنجي آڏو آهي، اڻ ڪٽ ميدان ۾ هوا، جيڪا اهو پڌائي ٿي تہ پري ڪٿي پاڻي آهي يعني، اهو ميدان اڻ ڪٽ نہ آهي. ڪٿي اهو ختم ٿئي ٿو.

۽ هڪ درياءُ شروع ٿئي ٿو ۽ درياءَ جي پنيان هڪ پهاڙ ۽ اڳيان هڪ سمنڊ ضرور آهي تہ اهو ميدان جيڪو منهنجي آڏو آهي ”ڪُل“ نہ آهي پر جڏهن مان حرڪت ئي نہ ٿو ڪري سگهان تہ ان احساس مان ڪهڙو فائدو تہ اهو ”ڪُل“ نہ آهي؟“

”اهو ڪُل“ ڇو نہ آهي؟“

تہ اهو سڀ ڪجهہ جيڪو منهنجي سامهون آهي، هڪ ساڪت تصوير آهي يعني هڪ لمحو جيڪو ڪئميرا قيد ڪري ورتو آهي. پر ڏسو ان ساڪت تصوير ۾ ان ماڻهوءَ جو اٿيل هٿ ۽ ڪليل وات ڏسو. اهو هٿ هميشہ ڪان ائين اٿيل نہ هو ۽ نہ ئي وات هميشہ ڪان ڪليل هو ۽ نہ ئي هميشہ ائين رهندو. تون جيڪو آهين، ان ڪان پهريان بہ ڪجهہ هئين ۽ ان ڪان پوءِ بہ ڪجهہ هوندين. تون جيڪڏهن تمام گهٽو شڪ ڪرڻ چاهين تہ مان مڃي وٺندس تہ اهو رڳو مان پنهنجي تجربي جي بنياد تي چوان ٿو. مان توکي يقين نہ ٿو ڏياري سگهان.

تہ اهو منظر جيڪو منهنجي آڏو آهي، ساڪن نظر اچي رهيو آهي پر آهي نہ.

پر اٿي سگهان ها تہ توکي يقين بہ ڏياري وٺان ها مگر منهنجي جسم جي لاءِ حرڪت جي هڪ حد مقرر ڪئي وئي آهي، جڏهن تہ حرڪت جي ڪا حد نہ آهي نہ ابتدا- نہ انتها.

اسان هڪ اهڙي زهر جي اثر ۾ آهيون جيڪو ذهن کي بيدار رکندو آهي ۽ جسم کي سُن ڪري ڇڏيندو آهي.

مون کي ڳم تي وڃڻ جو شديد احساس ٿيندو آهي ۽ رستي ڳولڻ جي شديد خواهش. احساس خيال کي جنم ڏيندو آهي ۽ خيال حرڪت کي مگر منهنجو ڌڙ سُن آهي ۽ حرڪت منهنجي جسم جا عضوا ڪڙڪائي ڪڙڪائي موٽي وڃي ٿي ۽ ويچارگيءَ جي چادر اوڙهي منهنجي اکين ۾ اچي ويهندي آهي.

پوڙهو سج سوچ ۾ ٻڏو وينو آهي ۽ صدارت ۽ روشني هن جي مهربان نگهبانيءَ ۾ هر طرف پکڙنديون ڏڪنديون وتن ٿيون.

۽ هڪ ڪارو بيانڪ بادل جو ٽڪرو سج جي تعاقب ۾ آهي.

سج جون سوچ ۾ ٻڏل نگاهون مون کي ڇاتل سڄاتل محسوس ٿين ٿيون ۽ هيءُ بادل؟

منهنجي دماغ ۾ زوردار گرج ٿئي ٿي. هڪ ڪنوڻ تجلو ٿي ڏئي ۽ ان ميدان جي هن پار روشنيءَ جي ان لاٽ ۾ مان ڪجهه ڇاتل چهرا ڏسان ٿو ۽ تڏهن مان سج ڏانهن ڏسان ٿو. ۽ ان کي سڃاڻي وٺان ٿو. هو به مون کي سڃاڻي مسڪرائي ٿو ۽ مون ڏانهن پليڪار لاءِ وڌي ٿو. اڃان هن بادل کي نه ڏٺو پر مون ڏسي ورتو آهي.

”ياءُ هابيل هوشيار.“ مان رڙ ٿو ڪريان.

هو مون کي حيرت مان ڏسي ٿو ۽ ان ڪان وڌيڪ حيرت سان قابيل کي.

بادل آخر سج کي اچي سوڙهو جهليو آهي ۽ هو ان کي بي رحميءَ سان چيڀاڙي رهيو آهي.

زخمي سج جي روشني ۽ توانائي هن جي واڇن مان ڳڙي رهي آهي. رت جا ڇنڊا منهنجي چهري تي نقش بنائي ڇڏين ٿا. نه اهي منهنجو چهرو ناهين ٿا. ، نهنجا خدوخال، وصف، منهنجي سڃاڻپ.

هيءُ ڳهٽا ٽٽا ماڻهو جيڪي هن اڌڙوت وهيءَ جي شخص جي پنيان ڪلندا ڳائيندا اچي رهيا آهن ۽ هيءُ شخص جيڪو تفڪر جو صليب پنهنجي ڪلهي تي ڪنيو اڳتي وڌي رهيو آهي. اهي منهنجي پير ۾ ايندا ۽ مون کي نه ڏسندا ۽ هني ان شخص کي وحشياڻن ٽهڪن جي گونج ۾

صليب تي لٽڪائي ڇڏيو ويندو. ۽ بربريت جو رقص ٿيندو ۽ اهي نه ٻڌندا تہ جيڪو پنهنجي جان بچائيندو آهي، ان کي وڃائيندو ۽ جيڪو حق جي خاطر جان ڏيندو آهي، ان کي بچائيندو آهي."

۽ سياڻي اهي ماڻهو بيمار ٿيندا ۽ دکي ٿيندا ۽ هن جاءِ کي تقدس بخشيو ويندو ۽ هن صليب جي آڏو هي پنهنجا ڪنڌ نِوائيندا.

مگر هو ان جي بي وسيءَ تي ٺهڪ نہ ڏيندو، هو انهن کي ڏکن جي صليبن تان لاهي بااختيارن وانگر تعليم ڏيندو ۽ انهن کي شانتي بخشيندو.

پوءِ شانتيءَ جي ۽ نرواڻ جي قيمت مقرر ٿيندي ۽ هڪ خيالي جنت انهن کي الاٽ ڪئي ويندي جن کي رڳو پنهنجي خيالن تي قدرت هجي ۽ جن جا جسم ائين ئي رکيل آهن" اهي ان بي وقوف ماڻهو وانگر آهن جنهن پنهنجو گهر واريءَ تي نهرايو ۽ منهن اُنو ۽ پاڻي چڙهيو ۽ آنريون هليون ۽ ان گهر کي صدمو پهچايو. ۽ هو ڪري پيو ۽ بلڪل برباد ٿي ويو.

مان ڏيئو وسائي ٿو ڇڏيان انڌيرا، انڌيرن ۾ هليا ويندا پر ماڻهو اهڙا بہ تہ هوندا جيڪي اچڻ چاهيندا هوندا. پر اهڙي چار ۾ قاتل هوندا جنهن مان نڪرڻ آسان نہ آهي."

"تون اٿ تڻ ڪري رهجي وڃ، هيءُ چار توڙي ڇڏ."

ڪپل وستو مان هڪ شخص نڪتو جنهن چار توڙي ڇڏيو. هو مايا، انا ۽ نفرت جي ان موروثي چار کي ڇڏي ماڻهن جي دلين ۾ اچي وسيو.

هيءَ مورتي منهنجي آڏو نہ آئيو، توهان پنهنجي دل مان ڪڍي پٿر ۾ قيد ڪري ڇڏيو ۽ ان کي تازي تي سجائي ڇڏيو. ۽ ان پٿر کي بہ توهان سون ۽ چانديءَ جي نانگن سان ڏنگائي ڏنگائي ماري وجهڻ چاهيو ٿا.

اسان جنگ جي ميدان ۾ لتاسين ۽ هٿيارن کي اسان پنهنجي سيني تي سجائي ڇڏيو ۽ اسان جي رتن ميدان ۾ ڏوڙ اڏائي ۽ جڏهن ڏوڙ ويئي تہ اسان دشمن کي ڏٺو اهي اسان جهڙا ئي هئا ۽ انهن جون صورتون چاتل هيون. اسان وانگر ئي انهن جي رڳن ۾ تناءُ هئو. پوءِ اسان پوئتي

هتياسين ۽ اسان چيو ”نہ، هو تہ اسان مان ئي آهن. اسان انهن جي خلاف تلوار کيئن کڻئون.“

۽ تڏهن اسان جي اندر مان هڪ شخص اسان جي ضمير سان مخاطب ٿيو. هن چيو ”توهان صورت جي فريب ۾ نہ اچو“، توهان رشتا صورت سان نہ بنايو. توهان انهن کي سندن کرمن سان پرکيو ۽ انهن جي فعلن سان انهن کي ڏسو.

توهان انهن کي قتل نہ کريو جيڪڏهن توهان برائيءَ سان رشتو محسوس کريو ٿا. پر توهان برائيءَ سان رشتو ڇو محسوس کريو ۽ انهن کي قتل ڇو نہ کيو.

کوڙ سارن قدمن، گهوڙن جي ٽاپن ۽ رٿن ان ميدان ۾ ڏاڍي ڌوڙ اڏائي ۽ ڌوڙ ويني تہ - ميدان ۾ هر پاسي کان سوالن اسان جي طرف بوڇاڙ لائي ڏني.

توهان ماڻهو ڇئو ٿا صورت جي فريب ۾ نہ اچو جو صورت دوکو آهي ۽ روح لافاني آهي، دائمي آهي، آفاقي آهي، ساڪن آهي.

توهان ڇئو ٿا جيڪو حق لاءِ جان وڃائيندو اهو زندگي ماڻيندو ۽ جيڪو ان کي بچائيندو، ان کي وڃائيندو.

توهان ڇئو ٿا حق جي لاءِ باطل سان جنگ کريو. پر پاڻ ۾ نہ وڙهو.

توهان ڇئو ٿا پيدائش ڏک جو ڪارڻ آهي ۽ ملڪيت شانتيءَ جي دشمن!

کروکشيتر جي ميدان ۾ منهنجي هٿ ۾ تلوار ڏيڻ، فرات جي ڪناري مون کي آماده پيڪار ڪرڻ يا سارناٿ جي آشرم ۾ مون کي نرواڻ حاصل ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ کان اڳ اهو ٻڌايو تہ اهو فرات جو ساحل، کروکشيتر ۽ سارناٿ جيڪو هينئر مان نہ ٿو ڏسي سگهان ۽ مان جيڪو هن ميدان ۾ آهيان کهڙيءَ ريت چاڻان تہ فنا ۽ بقاءَ، صورت ۽ روح ڇا آهن- حق کي باطل سان کهڙيءَ ريت سڃاتو وڃي، ڏک ڪارڻ آهي يا ڪاريہ، ڏسو اسان جيڪي هتي آهيون ڄاڻڻ چاهيون ٿا تہ برائيءَ کي ۽ سنائيءَ کي، حق ۽ باطل کي پرکڻ جي ڪسوٽي کهڙي آهي!

چئني طرفن کان بوڙيا اٿن ٿا ۽ انهن ۾ اهي چهرا لڪي وڃن ٿا. منهنجو چهرو انهن جي محبتن سان پهڪي ٿو اٿي. هو مون کي سنواري جوڙي هليا وڃن ٿا.

کوڙ ماڻهو پيانڪ دروازن مان دونهين ۾ لتپت نڪرن ٿا ۽ انصاف جا بند دروازا کڙڪائين ٿا پر انصاف ڪڙڪو سجاڻي ٿو. اهو ڄاڻي ٿو ته ان کي ڪڏهن بيدار ٿيڻو آهي ۽ ماڻهو واپس موٽي هليا وڃن ٿا. هو شور ڪن ٿا ته انهن کي چڙٻيو وڃي ٿو.

"ڇو!" هو پڇن ٿا.

"توهان خراب ماڻهو آهيو. توهان آرام ۾ خلل وجهو ٿا- اهو قانون جي خلاف آهي." پر اهي ماڻهو ڄاڻن ٿا ته اهي خراب ماڻهو نه آهن.

۽ اهي ڄاڻي ونن ٿا ته قانون اصل ۾ دروازن جي پويان سمهڻ وارن جي آرام جو نالو آهي. "قانون" جيڪو انهن کي نيڪ ۽ بد، سٺن ۽ برن ۾ ورهائي ڪجهه ٻين ماڻهن جي ٻنين تي پهرو ڏيندو آهي. ۽ دعوي ڪندو آهي ته مان آفاقي آهيان. غير مرعي، اٽل، لافاني ۽ ابدي.

پر اهي ڄاڻي ونندا آهن ته اهو بڻايو ويندو آهي ۽ بڻائڻ وارو ان کي پنهنجي استعمال جي لاءِ بڻائيندو آهي. اهو اٽل ڪهڙيءَ ريت آهي.

باهه ان کي ساڙي سگهي ٿي، پاڻي ان کي غرق ڪري سگهي ٿو، هوا ان کي اڏائي ڪٿي وڃي سگهي ٿي ۽ انسان ان کي ڇهي سگهي ٿو ۽ هٿيار ان کي شق ڪري سگهي ٿو.

"انهن کي اسان قتل ڪري ڇڏينداسين ۽ انهن کي اسان انهن جي سموري غرور سميت پنهنجي سرزمين مان ٻاهر ڪڍي ڦٽو ڪنداسين" هڪ پوڙهي وڏي يقين سان چيو. "جيت اسان جي ٿيندي شڪست انهن جو مقدر آهي"

اهو پوڙهو ٽيهه سالن تائين وڙهندو رهيو ۽ ان جي ساٿين ان جي قول کي سچ ڪري ڏيکاريو.

ته جڏهن "هو" شڪست جي ڪنڌيءَ تي پهچي ويا ۽ انهن جا بڻايل قانون، عدل ۽ انصاف جا دفاع ٽٽي ويا ته انهن Asphyxiating بم اڇلايا. اهي بم هوا مان سڄي تازگي، سڄي آڪسيجن سلب ڪري

وڻندا آهن ۽ هر روح وارو جيڪو آڪسيجن جو محتاج آهي، دم گهٽجڻ ڪري مري ويندو آهي.

هي اهي ماڻهو هئا جيڪي حيات ۽ موت تي انساني اختيار کان ٻاهر هڪ قدر مطلق جي حڪمن جي طابع سمجهندا هئا ۽ جن کي حڪم ڏنو ويو هو تہ هڪ ڳل تي چماٽ کائي ٻيو ڳل پيش ڪري ڇڏيو.

۽ جن کي چيو ويو هو تہ توهان جو چئو ٿا تہ اسان اڄ يا سڀاڻي فلاڻي شهر ۾ وڃي اتي هڪ سال ترسنداسين ۽ سوداگري ڪري نفعو ڪمائينداسين ۽ اهو نہ ٿا ڄاڻو تہ سڀاڻ ڇا ٿيندو. ٿورو ٻڌو تہ توهان جي زندگي شئي ئي ڪهڙي آهي. ٻاڦ جهڙو حال، هينئر نظر آئي، هينئر غائب ٿي وئي."

آڪسيجن زندگيءَ جي لازمي ضرورت آهي پر گهٽيا زخمن، تاريڪين ۾ رهڻ وارا ڪجهہ جراثيم اهڙا بہ آهن جيڪي تازگي، هوا ۽ آڪسيجن جو تاب نہ ٿا سهي سگهن. ۽ انهن جي موجودگيءَ سان مري ويندا آهن تہ انهن پنهنجي گهٽياپڻي جو دفاع ڪيو ۽ پنهنجو سڄو عقل نچوڙي اهڙو بم ٺاهيو جيڪو فضائن مان تازگي سلب ڪري وٺي، تہ هو روشنيءَ کان ڏاڍا خفا هئا ۽ پنهنجي زندگيءَ جا ڏينهن وڏائي رهيا هئا.

ڏسو جن مزدورن توهان جا فصل ڪاٽيا انهن جي اها مزدوري جيڪا اوهان دغا ڪري ڇڏي ڏني، چلائي ٿي ۽ فصل ڪٽڻ وارن جو فرياد رب الافواج جي ڪنن تائين پهچي ويو آهي Anoerobes اهڙيءَ ريت ڪيترا ڪلاڪ زنده رهي.

بادل ٽڪرن ۾ ورهائجي ويو ۽ سڄ اهڙيءَ ئي ريت سالم، فڪرمند، پراميد، مون ڏانهن ڏسي رهيو آهي. ۽ بااختيارن وانگيان مون کي محبت سان پڪاري ٿو.

۽ هيءُ وسعتون هي نظر اچڻ واري العباد Dimensions هي خيال جيڪي منهنجي جسم سان جڪڙجي رهيا آهن.

ڊاڪٽر چيو تہ اوهان چنگهن کي حرڪت ضرور ڏجو نہ تہ رت شريانن ۾ ڄمي ويندو ۽ جيڪڏهن اهو ڦڦڙن يا دل ۾ پهچي ويو تہ موت جو سبب بنجي ويندو. جيتري حرڪت بہ ممڪن هجي بستري

تي، ڪمري ۾ يا اسپتال جي ورانڊي ۾!

مان جتي به آهيان ۽ جيڏو ڏور به ڏسي سگهان ٿو ۽ جيترو ڏور به سوچي سگهان ٿو. ميدان جيڪو منهنجي نظر جي انتها آهي- ۽ سوچ جيڪا بڏائي ٿي ته ميدان ”ڪُل“ نه آهي هيءُ ڪٿي ته ختم ٿئي ٿو ۽ هڪ درياءُ شروع ٿئي ٿو. جنهن جي پٺيان هڪ پهاڙ ۽ اڳيان سمنڊ ضرور آهي ۽ پهاڙن جي پريان ۽ سمنڊ جي اڳيان!

پر هتي ۽ هتي، نغمو نه هڪ ئي آهي ۽ چهرا نه به ئي آهن سج ۽ بادل.

اهوئي نغمو ڪڏهن رجز بنجي وڃي ٿو. قابيل تنهنجي ياءُ جو رت زمين تان مون کي پڪاري ٿو.

نه منهنجا ياءُ هابيل تون ترس. تون پنهنجي ان ياءُ کان بي خبر نه ٿيءُ، جيڪو ڪچ ۾ تلوار لڪايو وينو آ، مان پاڻ توڏانهن اچان ٿو.

# ووسڪي جو هڪ يادگار نظم

ظ. انصاريءَ ”سوويت يونين جي پندرنهن شاعرن جو چونڊ ڪلام“ ۾ ماياڪووسڪيءَ جي باري ۾ چيو آهي تہ سوويت دور جي رومانوي شاعريءَ جو سڀ کان قدآور ترجمان ولاديمير مايا ڪووسڪي، اهو شخص آهي، جنهن جو دليراڻو آواز، کهرا لفظ، سخت جهٽڪا، ڪلاسيڪي طرز کان انحراف، لب ولهجي جي سختي، بيباڪي، خطابيہ انداز ۾ پنهنجو ايجاد ڪيل خاص لهردار ترنم ئي ان دور جي مڪمل ترجماني ڪري ٿو. شاعري ۾ انقلاب هن شاعر وٽ ٻہ الڳ شيون نہ آهن. ٻنهي جي هڪٻئي وٽان آبياري ٿيندي رهي.

### هڪ نظم سوويت پاسپورٽ تي

سرڪاري ضابطن تي
جي منهنجو وس هلي
تہ چيڀاڙي وجان بگهڙ جيان
حڪم بي وقار
مون کي سخت ناگوار
ڪاغذ
مون طرفان جهنم رسيد هجي
پر هي هڪ....
ڊگهو ڪاريڊور
ڪوپا
ان ۾ رزرو برٿ
آفيسر
گذري رهيو آ
مروت جي شان سان
ڏين ٿا پاسپورٽ ان کي

۽ مان ب
هڪ ڪتابچو
ڏيان ٿو ڳاڙهو رنگ.
ڪجهہ پاسپورٽ ڪٽي
تبسم جي نرم لهر
۽ ڪجهہ تي رڳو ڦهر
اهو پاسپورٽ
جنهن تي ڊبل برٽ جو نشان
آهي انهن جو مان شان
برطانيہ جو مان
ان ڪي هو ٿامي ٿو وڏي احرام سان
چون ٿيون نظرون جهڪيل
"چاچا، اوهان مهربان!"
وٺن ٿا ان صفائيءَ سان
آمريڪي پاسپورٽ
جڻ اهي اهي چانهن پاڻيءَ جا پيسا هجن
پوليند واري تي
اٽڪي ڪا نظر
جڻ اهو پاسپورٽ
ٻڪريءَ آڏو چارو نہ، پر پوسٽر
تڪن ٿا منهن ڦيلهو ڪري
پوليس لوڪ
ٿلهي چمڙيءَ وارا
ڪٿان جو پڪيئڙو آهي؟
جاگرافيءَ ۾ نالا بہ ڪيڏا نہ ڪمال جا هن.
گوبيءَ جهڙي ڪوڙي
گهمي نہ ڪومڙي
نرمي نگاهہ ۾
نہ اشارو
نہ آسرو
وٺن ٿا پاسپورٽ ٻچن جو

۽ سربڌن جي پانت پانت مسافرن جا
گڏ گڏ
اينٽري ۾ هڪدم
آفيسر جو منهن لهي ويو
باهه تي چڻ هٿ پيو هجيس
اها اُها ادا هئي
جنهن سان ڪٽندو آ ذميدار اهلڪار
اهو ٻاڙهو پاسپورٽ
جيڪو مون ڪيو آ پيش
ڪٽي ٿو
چڻ بم هجي ڪوئي
چڻ اژدها
چڻ استرو
ٻنهي پاسي هجيس ڌار
ڪٽي ٿو
چڻ زور سان ڦوڪيندڙ
پهه ميٽر
۽ ويهه ڦڻن جو چٽڪمرو نانگ
هنئي ڪُليءَ اک
معنيٰ خيز اشارو
هلان ٿو ڪٽي
مفت ۾
سامان اوهان جو
سياسي پوليس واري
سواليه نظرون
خفيه جي ماٺهوءَ ڏانهن ڦيريون ته ٻڌاءِ!
هن جواب ۾
ڏنو ان ئي نگاهه سان
ڪندي سوال گول
سياسي پوليس واري جي ذات

ڪيڏي خوشيءَ سان
سوريءَ تي ٽنگي ڇڏي ها
منهنجي ڪل لاهي
بس ان قصور تي
تہ مون وٽ آ هڪڙي شئي
مترڪي هٿوڙي وارو هي ڪاغذ
هي پاسپورٽ
جنهن تي نشان سوويت جو آ
سرڪاري ضابطن کي
جي منهنجو وس هلي
تہ ڇپاڙي وجان بگهڙ وانگر
احڪام بي وقار
مون کي سخت ناگوار
ڪاغذ
مون طرفان جهنم رسيد هجي
پر هي هڪ....
پتلون جي ڪليل کيسن ۾
هٿ وجهي
آخر ڇڪي ڪڍيم
انمول، اصل مال
سرٽيفڪيٽ سان ڪٽي ورتي مون ويڙهاند
اچو ڏسو
هي پڙهو
جلي مرو
شهري آهيان هن ديار جو
يو ايس ايس آر جو.

1929ع

USSR يونين آف سوويت سوشلسٽ ريپبلڪس

# سرگئي ليسي نن جا نظم

1895-1925ع

وچ روس ۾، ماسڪو کان ڪجهہ ئي مفاصلي تي رهازان ضلعي جي هڪ ڳوٺ ۾ هڪ هاريءَ جي گهر خوبصورت اکين، دلڪش چهري ۽ سونهري وارن وارو ٻار پيدا ٿيو. اڳتي هلي لکڻ پڙهڻ ۽ وڙهڻ ڪرڻ ۾ بہ ڏاڍو تيز نڪتو. پيءُ ربيو ربيو ڪري رکيا هئا تہ تيچرز ٽريننگ ڪاليج ۾ تعليم ڏياريس پر چوڪري نندي وهيءَ ۾ ئي شاعري شروع ڪري ڏني. پهريان تہ پيءُ سان ماسڪو ۾ رهيو پوءِ لينن گراڊ هليو ويو. جتي ادبي ۽ سياسي هنگاما پنهنجي اوج تي هئا. اتي ئي بزرگ ۽ عالم شاعرن جي صحبت ۾ هن جي سادي، بي تڪلف، پرجوش ۽ ڳائيندڙ ۽ ڌوم مچائيندڙ شاعري منظر تي بہ آئي ۽ هن جي سٺي شهرت بہ ٿي.

1922ع ۾ سرگئي ليسي نن، ايسي ڊورادِنڪن سان شادي ڪري ڇڏي. ايسي ڊورادِنڪن مشهور آمريڪي ناچڻي هئي، جنهن ويهين صديءَ جي پهرين چوٿائيءَ ۾ يورپ وارن جون دليون موهي وڌيون هيون. هن بڊاپسٽ، ويانا، پيرس، برلن، ماسڪو، روم، لنڊن، مطلب تہ هر وڏي شهر ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو ۽ بيحد مقبول ٿي هوءَ يونان جي ڪلاسيڪي طرز ۽ لباس ۾ اگهاڙي پيرين نچندي هئي. روسي انقلاب کان پوءِ هوءَ ماسڪو وئي. اتي لينن جي شخصيت ۽ روسي انقلاب جي آدرش هن کي ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ هوءَ اعلانيہ سوويت يونين کي واکاڻڻ لڳي.

شادي شده جيون جو ڏيڍ سال (1922-23) يورپ ۽ آمريڪا جي سفر ۾ گڏ گڏ گذاريائون ۽ جڏهن گهمي ڦري وطن واپس وريا تہ ٽٽل چيرن ۽ ڪائين جي ڪچن گهرن جو روس پٿر ۽ فولاد سان زور آزمائي ڪري رهيو هو. ايسي ڊورادِنڪن سان ليسي نن جي شادي ناڪام ٿي وئي ۽ ايسي ڊورا روس ڇڏي واپس يورپ هلي وئي. فطرت جي منظرن

جي عاشق تي صنعتي دور جي آمد اداسي طاري ڪري ڇڏي. ڳوٺ جي عادي فضا جو هيراڪ ليسي نن ان فضا سان نيائي نہ سگهيو ۽ هو زندگيءَ جا تيهہ ورهيہ پورا ڪرڻ کان اڳ ئي ان کي ڇڏي ويو.

ليسي نن جهڙن شاعرن کي آگرين تي ڳڻي سگهجي ٿو. جو هوڏانهن هن جي زبان مان شعر نڪتو ۽ هوڏانهن عام جي زبان تي اچي ويو. لوڪ گيت بنجي گونجڻ لڳو. اڄ تائين اهي گيت هنڌين ماڳين ڳايا وڃن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن لڳندو آهي تہ اهو فرد واحد جو ڪارنامو نہ آهي پر پاڻ مرادو ڦٽا آهن يا وٽن جي سرسراهٽ مان لهي آيا آهن اجري ۽ سهڻي آسماني فضا مان بوند بوند ٽپڪي پيا هجن.

هاءِ هيءُ ٻنيون، هي ڳوٺن جي اداسيءَ جو نشان
هر سان ڪيڙجندڙ، جوتيل ٻنين جو سمان
دل تي ڪو بوجهہ آ گذري وڃل ڪالهہ جو پر
روس جي نور سان آباد آ دل اڄ جي ڏينهن.

هي ڏکيا ڪوهہ پکيئڙن جيان اڏندا ويا
فاصلا ڏوڙ وانگر آهن ٽاپن هيٺان
لڙجي وئي هوندي منهنجي ڇهري تي رستي جي سٽي
اس سان ڪئي آ جا سورج سهڻي ٻوڇاڙ.

نرم لهرون آهن هن خاڪ ۾، طوفان بہ هن
هن بهارون بہ، ٻالجتي بہ ۽ ارمان بہ هن
مان هتي چانوَ ۾ تارن ۾ نڪري ويندو هيم
مانجهاندي وقت اسڪول کان گهر ايندو هيم.

## ماءُ جي نالي خط

منهنجي ڪراڙي اسان ٻڌاءِ زنده تہ آن
جي رهيو آهيان مان ٻہ، جهُڪي جهُڪي سلام
جنهن گهڙيءَ ۾ تو گهاريا پنهنجا ڏينهن
نور برسي ان تي جڏهن لڙي شام.

ماڻهو تہ چون تہ تہ مان ڪر مگر،
منهنجي فڪرن ۾ گهڙي وڃين ٿي تون
۽ اجڙيل حال ڏڙڪندڙ دل سان
راهن جون نوڪرون ڪائين ٿي تون.

ڦرندي وتين ٿي، ڏينهن لڙيي اڪثر،
بس اهوئي وري وري اچي ٿو خيال
معاشري جي ڪپڙتال ۾ ڪنهن تڪرار تي
ڪهڙي خبر تہ زخمي ٿيو نہ هجي منهنجو لال.

دل سنڀال امڙ، گهڻو غم نہ ڪر
وهم ڪرڻ سان ڇا حاصل ٿئي ٿو، خير!
ايڏي بدمستي نہ آ طاري ٿي جو مان
ائين ئي مري وڃان توکي ڏسڻ جي بغير.

اڄ تائين اهڙوئي آهيان مان نازڪ مزاج
آ طبيعت ۾ ۽ فطرت ۾ تن آساني اها
دل تڙپي ٿي ڏاڍي تہ واپس هلو!
۽ هتي جي چال نرالي ۽ آ طوفاني اها.

هاڻ جو باغ ۾ ٿڙندي بسنت جي موسم

مون کي ماٺيندي اها ساڳي ڏيمي مهڪ
صبح جي بستر ۾ ڪتجي ويا اڻ سال
نہ جاڳائجان، سمهڻ ڏيجان دير تائين.

نہ جاڳائجان گذريل ارمانن کي تون
ڇيڙجان نہ ڪري ناڪاميءَ جي ڳالهہ
سهي چڪو آهيان اينتري ننڊڙي وهيءَ ۾
نامرادي ۽ بدناميءَ جي ڳالهہ.

هاڻ نہ ورجائجان عبادت جو سبق
انهن ڏينهن جي واپسي ممڪن نہ آ
تون منهنجي مشڪل ڪشا حاجت روا
بس تنهنجو نور ۽ منهنجي چين.

پلائي چڏ وهم پلا ائين ڪر
منهنجي فڪرن ۾ نہ دل ولوڙ تون
۽ قتيل حال پري
شان هر ڏينهن
رستن جون نوڪرون نہ لوڙ تون.

1924ع

## پيڻ شورا سان

اهو گيت ٻڌاءِ، وري اهو ها
ڳائيندي هئي جو، پوڙهي امان
ڪبو نه آهي حسرتن جو ماتم
ان گيت کي ملي ڳائيندا سين اسان هم.

مانوس آ دل سان گيت جي لئه
بي چين ڪري جيڪا ڪري رهي آ
ٻڌان ٿو مان پنهنجي گهر جا لفظ
اهو نرم ٿرٿرائيندڙ آواز.

تون گيت ٻڌائيندي وچ شورا
آ بس ان گيت جو ظهورا
پلڪن کي ملائي جو اک چي
مون ۾ تو جو ڪنڌ جهڪايو نمي.

يادن اتي ئي ڪڏي آ تصوير
نظرن ۾ نڪتي سا پياري تصوير.
تون گيت ٻڌاءِ دل جي راحت
تنهنجا منهنجي نه هئي چاهت

پن چڻ ۾ هئا ٻيا اسان کي پيارا
پن تي پن بڻيا ستارا.
تون گيت ٻڌاءِ مان ياد ڪري ونان
ان ياد سان پنهنجو سينو پري ونان.

ماءُ آڏو آهي چڱي پلي

۽ مرغيون ان جو غمگين صحيح.
چانيل آ مستي ۽ تن ۾
هو من امر آ مون من ۾.

لٽڪندڙ چوٽيون سونهري
پوشاڪ آ ريشمي پر کهري.
في الحال هيءَ دل نه آهه ناشاد
هن گيت ۽ هن شراب کان بعد.

ياد اچي ويا باغ ۽ باغيچا
هوءَ ڪڙڪي اسان جي ان هيٺان.
ڏنم تہ اها ڏيادار آن تون،
سالن کان رهيو جو نظرن کان گم.
1925ع



هيٺ هن جي گهر ننڍڙي نيري دري
مون نہ وساريو نہ وساريندس تو جي جيئندي
ڪيڏين شامن جي ڏنڏلاهٽ ۾ ماه وسال ويا
منهنجي جهوليءَ ۾ تنهنجي ياد سدا ڏالي ويا.

اڄ وري خواب ۾ ڏسندس اهو ٿي پنهنجو ديار
وري اهي ئي بنيون، اها ساوڪ صحرا نادار
پوري چار ۾ ويڙهيو آ جنهن کي باد شمال
آ فضا خستہ و بدحال، زمين آ پامال.

هاڻي منهنجي مٿي ۾ ستائش جو اهو سودو بہ نہ آ

گهٽجي رهجي وڃان ڪنهن گوٽ ۾ ائين به نه آ
ها پر دل کي يقين آ ته رهندي دم ساز
روس جي درد ڀري روح جي نازڪ آواز.

ڪيڏا پيار ها مون کي کير کان اڇرا سارس
بنيون ناشاد، پکين جون پڪارون نارس
بک ڦٿنندي هئي نچوڙيل ميدانن ۾
پيٽ ڀري رزق نه ڏنو ڪڏهن بنين ۾.

هونءَ ته ديردار به ڦهليل هئا ڪوڙ گل به هئا
بيد مجنون به اگهاڙا اتي آڏا تيڏا
چور ڏاڙيل جي هتي گونج ٻڌڻ ۾ ايندي هئي
سيٽيون وڄنديون ۽ موت نظر ايندو هو.

دل ۾ آ نقش مٽائڻ نه مٽجي هيءَ نظر
جنهن تي ميري پيئي هوندي آ گهٽيا چادر
مان جو چاهيان ته به گهٽجي نه سگهي پيار تنهنجو
هي سالگره جو تحفو آ گهر جا در ديوار تنهنجو.

اک کولي هئي هتي، راند ۾ ڏينهن گهاريا هئا
نوجوانيءَجي هوا ۽ منهنجا فراٽا هئا
هينئين هڻ جي گهر ننڍڙي نيري دري
مان نه وساريو آ نه وساربندس توکي جيئندي ۾.

اي روس بس ڪوڙ ٿيا بني ٻاري جا ڪم ڪار
هر ڪاهي ڪڏهن کان اپائين تون اناج
محتاج ڏسي تنهنجي سخت ٻانهن کي
اڏوهي لڳي وئي آ هر هڪ وڏي وڻ کي.

نہ ڄاڻ زندگيءَ ۾ منهنجي ڇا هجي ڇا نہ هجي
مون کان نئين زماني جو شايد پلو نہ ٿئي
حسرت مگر اها آ تہ فولاد ۾ ڍلجي
هي روس پيسجي ڇڪو آ جيڪو افلاس جي هينان.

فال گرجي رهيا هن تہ هڪڙ مچائن ڌوم
آ آرزو تہ موٽر ۽ انجڻ جو هجوم
ڇڪڙا جي کڙکڙائن گوارا نہ ٿين کڏهن
ڦيٿن جو اهڙو گيت پيهر نہ هجي کڏهن.

1925ع

# ايلگزينڊر بلاڪ

1880-1919ع

1880ع ۾ ايليگزينڊر بلاڪ سينٽ پيٽرسبرگ ۾ پيدا ٿيو. هن جي پيدائش کان پوءِ هن جي ماءُ پيءُ ۾ علحدگي ٿي وئي ۽ هو پنهنجي ماءُ سان گڏ رهڻ لڳو. 1889ع ۾ هن جي ماءُ پنهنجي مڙس کان طلاق حاصل ڪرڻ کان پوءِ هڪ فوجي آفيسر سان شادي ڪري ڇڏي ۽ بلاڪ پنهنجي ويڱي پيءُ سان رهڻ لڳو. 1891ع ۾ هن هڪ گرامر اسڪول مان پنهنجي تعليم جي شروعات ڪئي. ستن سالن جي عمر کان بلاڪ ننڍا ننڍا نظم چوڻ شروع ڪيا. هن جي پهرين تحرير 1894ع ۾ شايع ٿي.

1895ع ۾ بلاڪ پنهنجو اسڪول سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيو. جنهن موجب هو نهايت سست ۽ ڪمزور شاگرد هو. ان کان پوءِ هن يونيورسٽيءَ ۾ قانون جي تعليم حاصل ڪئي. 1900ع ۾ بلاڪ قديم فلسفي ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪري ڏني. 30 آگسٽ 1903ع ۾ بلاڪ، "ليوبوف منڊيلتوا" سان ڪافي ڀڄ ڊوڙ کان پوءِ شادي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. محبت ۾ ڪاميابيءَ جي باوجود به هن جي جيون ۾ تلخيون موجود هيون. تخليقي اظهار ان کي وڏيڪ "تلخ ڪلام" بنائي ڇڏيو. سوشلسٽ انقلاب جي جدوجهد جڏهن ڪاميابي ماڻي ته بلاڪ ذاتي زندگيءَ جي ناڪامين ۾ ٻڏندو هليو ويو ۽ تيزيءَ سان موت ڏانهن وڌڻ لڳو.

پر اهو داستان ڪجهه تفصيل گهري ٿو.

بلاڪ کي آخري اداس ڪاميابي بهار ۾ حاصل ٿي. اها 25 اپريل بولشوئي ڊراما ٿيٽر جي هڪ شام جي ڳالهه آهي جيڪا بلاڪ جي نالي ڪئي وئي هئي "هائوس آف آرٽ" پاران ڪورني چووَسڪي تعارفي تقرير ڪئي. سموريون ٽڪيٽون ان ڏينهن ئي وڪامي ويون هيون ڇو

جو پوسٽر ذريعي عوام کي ان اچڻ واري واقعي جي خبر پئجي چڪي هئي.

جنهن وقت چوڪووسڪيءَ پنهنجي تقرير ۾ بلاڪ کي روس جي عظيم ترين زنده شاعرن مان هڪ چيو ان وقت بلاڪ اتان ڪان پري ڊائريڪٽرن جي ڪمري ۾ ويٺو هو. هو اسٽيج جي پويان ويو ۽ چوڪووسڪيءَ کي چيائين "اهي ڪهڙو القب القاب تو منهنجي باري ۾ مائهن کي ٻڌايا آهن. هائي مان انهن کي ڪيئن منهن ڏيندس."

روشني ڏيمي هئي. بلاڪ اسٽيج تي آيو جيڪا بلڪل خالي هئي ۽ فٽ لائيٽس جي نيري ڏيمي روشنيءَ ۾ جرڪي رهيو هو. هو ڪاري لباس ۾ هو ۽ ڪمزور، افسرده ۽ زرد نظر اچي رهيو هو. هو هڪ پاسي جي پردي جي پٺيان رڪيو تہ جيئن تاڙين جو شور ڪجهہ گهٽجي وڃي. پوءِ هن اسٽيج تي وک رکي ۽ چوڻ شروع ڪيو.

" درياءُ ڦهلجي رهيو آهي، اهو وهي رهيو آهي، ڇانئجي رهيو آهي. سستيءَ سان...."

اها ڪا آسان ڳالهہ نہ هئي. شاعري پڙهڻ ۽ اها بہ بالشوئي ٿيٽر ۾ ۽ ٻہ هزار مجموعي جي آڏو. بلاڪ جو خيال هو تہ هن جو آواز سيني تائين پهچي نہ سگهندو پر اهو هر جڳهہ ۽ هر بالڪونيءَ ۾ ٻڌجي پئي سگهيو هو هوريان هوريان صاف ۽ متناسب آواز ۾ پڙهي رهيو هو. پنهنجي پيرن کي ٿورڙو لوڏيندي ۽ پنهنجي هڪ يا ٻئي هٿ کي ڪيسي ۾ وجهندي. روشني هن تي اهڙيءَ ريت پئجي رهي هئي جو هن جي منهن جي چوڌير هڪ روشن دائرو بنجي چڪو هو.

هڪ نوجوان آواز گيلريءَ مان پڪار ڪندي چيو "مهرباني ڪري اسان جي لاءِ بہ ڪجهہ پڙهو!" جنرل هيب بہ ان آواز جي تائيد ڪئي. بلاڪ پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪيو. هوريان مسڪريائين ۽ پوءِ پنهنجو نظم "سيٿيئن" اداس پر زبردست جذبات سان پڙهيو.

آخرڪار جڏهن هو ٻاهر نڪتو تہ هن جي ڪوٽ جي ڪالر ۾ هڪ سفيد گل ٽاڪيل هو. هن هميشہ جيان پنهنجي شاعريءَ جي بجاءِ پنهنجي نظم "هڪ ڇوڪري ڳائي رهي هئي" سان ڪئي:

انهن سيني مان، جن کي پنهنجي خوشي ياد نہ رهي.

پڌرُ وارا هوريان هوريان ۽ خاموشيءَ سان هليا ويا پر اتي ڪجهه خطرا ۽ بدشگونيءَ جو احساس هوا ۾ ڦهليل محسوس ٿئي پيو. هجوم مان ڪنهن چيو "چو، هيءُ ڪنهن به ڳالهه جي مقابلي ۾ ڇا هڪ جوانُ جمانُ نه هو."

بلاڪ ان ڪان پوءِ وري ڪڏهن پسٽروگراڊ جي ماڻهن جي آڏو نه آيو. اپريل جي آخر ۾ هو پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکي ٿو ته ماڻهو ان ڳالهه جو انتظار ڪري رهيا آهن ته هو ڪڏهن پنهنجي نجي ملڪيت وارن دڪانن ۽ هوٽلن وغيره کي پيهر کولي سگهندا.

ائين ٿو لڳي جڻ پيٽروگراڊ ڊگهي ننڊ ڪان پوءِ جاڳي پيو آهي پر ان جاڳڻ جو اثر شهر جي خوبصورتيءَ تي اثرانداز نه ٿيو اها خاموشي جنهن ۾ هي شهر انڪل گذريل ٽن سالن ڪان ٻڌل هو ان جي جاءِ تي بازار جي گوڙ گمسان ونئي ڇڏي هئي. رستن ۽ روڊن تان ملبي جا ڍير هٽايا ويا هئا. دڪانن جي ٽٽل شيشن جي مرمت ڪئي وئي ۽ انهن کي پيهر رنگ روغن ڪيو ويو. انهن ۾ مختلف ڪاڌي پيتي جون شيون سجايون ويون هيون. بڪايل ۽ بي حال ماڻهو انهن دڪانن جي چوڦير گڏ ٿيندا رهيا جڏهن ته منافع خور دولتمند ماڻهو انهن جي اندر وڃي پئي سگهيا. هوٽلن ۽ ريسٽورينٽن مان ايندڙ موسيقيءَ جا آواز هر رات وڏا ۽ زوردار ٿيندا ويا. ان سان گڏوگڏ رومانين بينڊ ۽ جپسي گٽار به پوري زور شور سان وڄندا رهيا.

بلاڪ جي لاءِ انهن سمورين ڳالهين کي برداشت ڪرڻ مشڪل ٿيندو پئي ويو ان جو ردِعمل انهن مڙني ڳالهين لاءِ انتهائي ڏکوئيندڙ هو. 1919ع جي بهار جي ابتدائي ڏينهن ۾ هڪ دوست سان نيوسڪيءَ ويجهو لنگهندي هن چيو هو "هتي گهٽي اونداهي آهي. گهٽو ڪجهه اونداهيءَ ۾ ٻڌل. پر ڇا تون ڄاڻين ٿو ته اها بهرحال ڪيڏي زبردست ڳالهه آهي جو اسان هن وقت رومانين بينڊ نه ٻڌي رهيا آهيون ۽ لڳ ڀڳ اڳتي ڪڏهن به نه ٻڌي سگهنداسين...."

۽ هاڻ هو ٻڌي رهيو هو، نفرت مان، مايوسيءَ مان اليانسيڪي ٻڌائي ٿو ته ڪيئن هڪ شام بلاڪ نهايت ئي پريشان حالت ۾ پنهنجي فليٽ ۾ آيو ۽ ڪجهه دير تائين پنهنجي حالت تي ضابطو نه آڻي سگهيو ڇو

جو جڏهن هو وزني ۽ پورهيي پريو ڏينهن ڳهاري گهر واپس وري رهيو هو تہ رستي ۾ هن جو مڪاميلو انهي ئي رومانين ۽ جپسي باجن سان ٿي ويو جيڪي هر ڏسا ڪان هن ڏانهن وڌندي پئي آيا.

”مان تہ سمهي رهيو هئس تہ ڳهٽو اڳ ئي اهو آواز اسان جي زندگيءَ مان نڪري ويا هئا پر اهي تہ اجان تائين زنده آهن. امڙ، ڇا واقعي اهي سڀ واپس اچي رهيا آهن، اهو تہ پيانڪ آهي.“

هو اڳ ۾ ئي بيمار هو اپريل جي وچ ڪان پنهنجو پاڻ کي بيمار محسوس ڪري رهيو هو. پر ڪوبہ هن جي بيماريءَ کي سمجهي نہ سگهيو. هڪ خوفناڪ قسم جي ڪمزوري، پگهر وهي هلڻ، چنگهن ۽ پانهن جي مشڪن جو سور بي خوابي ۽ حد ڪان وڌندڙ بيچيني، اهي ان بيماريءَ جون علامتون هيون. هن جي دوستن ۽ عزيزن جو خيال هو تہ هن کي علاج لاءِ ملڪ ڪان پاهر نيو وڃي پر هو انهن جي ان ڳالهہ کي ان ڪري رد ڪري رهيو هو تہ اتي هن کي وطن ڇڏي ويلن سان ملڻ جو خدشو هو. پوءِ جڏهن هن جي حالت اجان وڌيڪ بگڙڻ لڳي تہ هو ان ڳالهہ تي ئي راضي ٿيو تہ هو رڳو فنلينڊ ئي ويندو ڇو جو اتي وطن ڇڏي ويل موجود نہ هئا.

مئي جي منڊ ۾ بلاڪ ماسڪو ويو جتي هن کي ڪوڙ مشاعرن ۾ شريڪ ٿيڻو هو. اهو سفر غير ضروري حد تائين ٿڪائي وجهندڙ هو ۽ مشڪل هو پر وري بہ هو ويو. جيتوڻيڪ هو بيمار هو ۽ ان جا اعصاب ڏاڍا ڪمزور ٿي چڪا هئا. هن ۾ واقعي بہ ايتري طاقت نہ هئي جو هو عوام آڏو پنهنجا نظم پڙهي پر هو اڪثر اجنبي، مختلف ۽ غير دوستاڻو رويو رکندڙ پڌندڙن آڏو پنهنجا نظم پڙهڻ تي مجبور هو. ماسڪو جو سفر هڪ خراب ۽ ڊيڄاريندڙ خواب وانگر هو. هن وٽ زندگيءَ جا رڳو بہ مهينا باقي هئا پر اها ڪا زندگي نہ هئي. اهو هڪ هوريان ايندڙ ۽ ڏکدائڪ موت هو.

پر اجان بہ هن همت نہ هاري. هو ڪاروباري خط لکي پيو. پنهنجو ڪتاب ”شاهي اقتدار جا آخري ڏينهن“ پڙهي پيو. پنهنجو شاعريءَ جو مجموعو "The Twelve" جي نئين ايڊيشن جي تياري ڪري پيو ۽ پنهنجي سموري مرتب ڪيل ڪم جو جائزو وٺي پيو جيڪو

ڇپجڻ جي لاءِ تيار هو. ان کان سواءِ هو ڪجهہ نئون لکڻ جي بہ ڪوشش ڪري پيو.

ماسڪو مان اچڻ کان پوءِ هن پنهنجي زال سان گڏ پنهنجي پسنديده ماڳن تي آخري ڀيرو چهل قدمي ڪئي. اهو هڪ خوبصورت ڏينهن هو پر بلاڪ نہ تہ مسڪرايو ۽ نہ ئي هن ڪو نرم يا خوبصورت جملو ڳالهايو ۽ نہ ئي ڪو پوڳ چرچو ڪيو. هن پنهنجو پاڻ کي آخري ڪم جي لاءِ تيار ڪيو هن پنهنجي پراڻن ڪاغذن کي الڳ الڳ ڪيو ۽ ڪجهہ ڪاپيون ۽ عورتن جا خط باهہ جي نذر ڪري ڇڏيا.

هن جي آخري سٽ "ڪيڏي خلا آهي! مان زندگيءَ مان ڪيڏو ٿڪجي ويو آهيان" هن پنهنجي ماءُ کي خط ۾ لکي، "مانيءَ بيدن لاءِ مهرباني هيءَ خالص روسي ماني آهي. ڪنهن ملاوت کان آجي. مون وٽ وڏي عرصي کان اهڙي ماني نہ هئي."

هن جا آخري لفظ جيڪي هن پنهنجي زال کي چيو "هيءَ اشڪ باري ڇا لاءِ؟" هن جو موت هڪ لڳاتار اذيت هئي "مان ساهہ نہ ٿو کڻي سگهان" هن چيو "منهنجي دل منهنجي سيني جو اڌ حصو ڪائي ڇڏيو آهي." هن جي دماغي حالت ابتر ٿيندي پئي وئي. پر هو ڄاڻي پيو تہ هو مري رهيو آهي ۽ مرڻ چاهي پيو. هن ڪاوڙ ۾ اچي دوائن جون شيشيون ڀڃي ڇڏيون.

2- آگسٽ تي هن جي زال هن جي ماءُ کي لکيو "دعا ڪيو، دل و جان سان دُعا ڪريو. ڪالهہ ساشا جي حالت ڏاڍي خراب هئي، مان پاڻ دعا ڪري رهي آهيان بهتريءَ لاءِ."

هو اچر جي صبح 7- آگسٽ ساڍي ڏهين وڳي مري ويو. موت ان کان اڳ ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ ايڏو بي رحم نہ ٿيو هو. ميز تي ليٽيل بلاڪ جو چهرو، بلاڪ جو هرگز نہ لڳندو هو.

"جو توهان زنده کي مُردن ۾ تلاش تا ڪريون، هو هتي نہ آهي" خودڪشيءَ موت جي لڳاتار عمل جو هيءُ هڪ نادر مثال هو.

*حوالو: همايون- دي لائيف آف ايليگزينڊر بلاڪ*

*از: ولاديمير اورلوف*

# پشڪن جا ٻه يادگار نظم

جڏهن هن جي موت جو اعلان ٿيو ته سوڳوارن جو غضب جو هجوم ايڏو زبردست هو جو مڙهه کي ڳجهي نموني شهر کان ٻاهر ڪٺي وڃي دفن ڪرڻو پيو. اهو شاعر جنهن کي حڪمران والٽر اسڪاٽ بنائڻ جي تمنا ڪندا هئا ۽ نوجوان آزادي پسند قلمڪار جنهن ۾ والٽيئر ۽ بائرن جو گڏيل روح ڏسندا هئا. پنهنجي موت ويل ادب جو نزاعي مسئلو بنجي چڪو هو. پر اجان وقت نه آيو هو جو وڏي واڪ قدردان اٿي اعلان ڪن ته پشڪن روس جي عظمت جو نشان آهي. بلڪ ميخائيل پرمنتوف پنهنجي نظم شاعر جي موت ۾ عوام جي رنج و الم جي ترجماني ڪئي، جنهن جي قيمت هن کي ترت جلاوطنيءَ ذريعي ادا ڪرڻي پئي. 1948ع تائين ملينسڪي پنهنجو مضمونن ذريعي ۽ چاليهن سالن کان پوءِ دوستو وسڪي پنهنجي تاريخي تقرير ۾ پشڪن کي هر بحث کان مٿانهون قرار ڏئي ڇڏي ۽ ان نبي کي ڪوڙي ڇڏيو جنهن جي آڏو قصر شاهيءَ جو منارو جهڪي وڃي ٿو.

"شام زندگي" هن جو هڪ اهڙو نظم آهي، جنهن ۾ شاعر زندگي ۽ موت جي باري ۾ پنهنجي رويي جو اظهار ڪري ٿو.

## شام زندگي

هان نه اهو دورِ جنون آ نه سا محفل جي بهار
برجهه سيني تي آ منهنجي، شب رفته جو خمار
روح ۾ آهي غمِ ايام به، صحبا جي نظير
جيترو روڪجي، وڌندي آ نشي جي تاثير.

راهه ڏکيري آ منهنجي، غم، محنت جو عمل
هڪ پر آشوب سمنڊ آهي، مچي آ هلچل
موت ڪيئن چاهيان، جو جيئڻ جا هن ارمان مون کي،
ربط آ فڪر سان، غم جو به آ عرفان مون کي.

پنهنجي افڪار ۾ دنيا جا ستم سهڻ ۾،
زمين جو لطف رهي، شعله بيان رهڻ ۾،
ڪڏ آواز جي لهرن ۾ ملي دل کي سرور،
۽ ڪڏهن ائين ئي ڪنهن ڳالهه تي لڙڪن جو وفور
کهڙي خبر جڏهن منهنجي عمر جي لڙي شام
عشق ڏئي وجي تبسم جو ڇلڪندڙ جام.

(1830ع)

## زنده يادگار (چوند ستون)

سر زمين روس ۾ ڦهلبو هڪ ڏينهن منهنجو نانءُ
ملڪ جي سمورين زبانن تي روان هوندو ڪلام.

ياد رکندا محبت سان ته هو هڪ نينواز
جنهن اڪسايو شرافت کي، جاڳايو سوز و ساز
مون هن ڪلجڳ ۾ ڪلي ڳايا، آزاديءَ جا ڳڻ
هئي مون کي مجبور انسانن سان همدرديءَ جي ڏن.

بڌ منهنجي جانِ سُخن، فرامن يزدان، بُڌ سدا
داد جي توکي تمنا هجي نه ڏج ڪنهن بيداد جو.

نه الجهه نادان سان نافهم کي نه ڪر تون قبول
نيڪ نامي ڇا آهي؟ بدنامي آهي ڇا؟ بيئي فضول.

(موت کان هڪ ورهيه اڳ)

# موسيٰ جليل جا جنگي محاذ تان ڪجهه خط

موسيٰ جليل هڪ تاتار شاعر هو. هو 1906ع ۾ پيدا ٿيو. 1944ع ۾ ٽرائي جي شهزادي، ”جنهن اڪيلي ڪئي هئي ته يونان ۽ ٽرائي جي جنگ، ٽرائي هارائيندو. پيرس جو شهزادو لڙائيءَ ۾ مارجي ويندو ۽ هيلن پنهنجي اڪيلي مڙس وٽ واپس ويندي.“ وفات ڪري وئي. هن کي هيرو آف سوويت يونين جو اعزاز ملي چڪو آهي. ان جي ڏهين ورسيءَ جي موقعي تي آزربائيجان جي مشهور اديب حمه ورگن چيو هو ”تمام گهٽا عظيم شاعر اهڙا گذريا آهن جن پنهنجي شاهڪار تصنيفن ذريعي لافاني زندگي ماڻي پر ڪجهه ئي شاعر اهڙا ملندا جن کي رڳو انهن جي شاعريءَ ئي نه بلڪ تاريخ جي سياه قوتن جي خلاف حوصله مند جدوجهد ۽ سورمن جهڙي موت جاودان زندگي بخشي. لارڊ بائرن، جوليس منفيوچڪ ۽ موسيٰ جليل جو شمار اهڙن ئي شاعرن ۾ ٿئي ٿو.

جليل جي نشونما ۾ ليننی ڪومسومول جو وڏو هٿ آهي. مزدورن جي فيڪلٽيءَ ۾ پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هن ماسڪو يونيورسٽيءَ ۾ ادب جو مطالعو ڪيو. 1931ع ۾ هن پنهنجي تعليم مڪمل ڪئي. جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ تائين هو اخبارن ۾ ڪم ڪندو رهيو ۽ هن جو ڳاڻيٽو تاتار اديبن جي يونين جي پهرين صف جي شخصيتن ۾ ٿيندو هو.

جڏهن هٽلري فوجن سوويت يونين تي حملو ڪيو ته جليل سپاهيءَ جي حيثيت سان فوج ۾ شامل ٿي ويو. ان کان پوءِ هو سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ لڳو ۽ وري جنگي محاذ جي اخبار ”اوت واگا“ (بهادري) جو عيوضي بنجي ويو. ان زماني ۾ هن جيڪي گيت لکيا. انهن جو موضوع ’عوام جي بهادريءَ فتح ۾ انهن جو يقين‘ آهي.

1942ع ۾ جليل سخت زخمي ٿي پيو ۽ فاشسٽن هن کي ٻانڌي بنائي ڇڏيو. جنهن زماني ۾ هو برلن جي Concentation ڪيمپ ۾

حراست ۾ هو. هن هڪ ڳجهي جماعت جوڙي ۽ سوويت جنگي قيدين کي فرار ٿيڻ ۾ مدد ڏنائين. هڪ غدار هن جي مخبري ڪئي ۽ جليل گسٽاپو جي هٿ لڳي ويو. هن تي ڪيس هلايو ويو ۽ اذيتون ڏنيون ويون. ان ڪان پوءِ هن کي موبت جيل ۾ بند ڪيو ويو.

7 فيبروري 1944ع تي سپريم امپيريل ملٽري ڪورٽ هن کي موت جي سزا ڏني. ان سزا تي 25 آگسٽ 1944ع تي عمل ڪيو ويو ۽ هن کي برلن جي اسپينڊ جيل ۾ ڦاسي ڏني وئي. جيون جي آخري لمحن ۾ به جيل جي ڪوٺيءَ ۾ هن پنهنجي جدوجهد جاري رکي. هو ڪاغذ جي پرزين تي نظم لکندو هو ۽ ريڙهيون ڏئي دريءَ جي سيخن تائين پهچي پر واري ڪوٺيءَ ۾ قيد پنهنجي دوستن کي نظم لکرائيندو هو.

هن موبت جيل جي عقوبت خاني ۾ بند ٿي جيڪي نظم لکيا سي ڪڏهن به وساريا نه ويندا. آزاديءَ هن کي زندگي بخشي. انهن نظمن ۾ شاعر پنهنجي بهادري، مصيبتن ۽ محبت جو پرزور اظهار ڪيو آهي. جليل جي ”موبت جي ڊائري“ تي هن کي، سندس موت کان پوءِ ”لينن انعام“ ڏنو ويو. هيٺ اسان هن جا ڪجهه خط پيش ڪري رهيا آهيون جيڪي هن جنگي محاذ تان لکيا.

## غازي ڪشاف جي نالي هڪ خط

**17 سيپٽمبر 1941ع**

مان توکي اڳ به لکي چڪو آهيان ته اسان کي عملي تربيت به ڏني ويندي آهي. ڄاڻين ٿو ته ان جو مطلب ڇا آهي؟ ان جو مطلب آهي جنگ و جدل. تجربو ماڻڻ ڪان پوءِ ان ڳالهه جو احساس ڪري وٺڻ ڪان پوءِ ته جنگ ڇا آهي؟ اسان ڪنهن وقت به جنگي محاذ تي وڃڻ لاءِ تيار آهيون.

تو پنهنجي خط ۾ ان يقين جو اظهار ڪيو آهي ته عزم ۽ استقلال سان پنهنجي ملڪ جو دفاع ڪندس. تو منهنجي ذات تي جنهن اعتماد جو اظهار ڪيو آهي مان ان لاءِ واقعي تنهنجو ٿورائتو آهيان. ان حقيقت

جي باوجود تہ مان ڪڏهن بہ فوج ۾ شامل نہ رهيو آهيان ۽ مون کي ان جو تجربو نہ آهي. مان ان ۾ مهارت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. ۽ مان سمجهان ٿو تہ مان ايترو خراب بہ نہ رهندس. هاڻي جيتوڻيڪ مان جنگي محاذ کان پويان آهيان پر مان پاڻ کي انهن ڏکيائين لاءِ تيار ڪري رهيو آهيان جيڪي جنگ جي ميدان ۾ منهنجون منتظر آهن.

توکي پڪ ساڻ ان ڳالهہ جي سڌ هوندي تہ جنگي محاذ جي زندگي ايڏي باقاعده نہ هوندي آهي، جيڏي اسان شهري ماڻهو سمجهندا آهيون (خاص ڪري جيئن فلمن ۾ ڏيکاريو ويندو آهي) اڳ ۾ مان رڳو ان جي رومانوي پهلوءَ کان واقف هئس ۽ هاڻ مان پاڻ ان جي تلخ حقيقتن جو تجربو ڪري رهيو آهيان. پر ان جي باوجود اسان جو اهو عزم تہ اسان وڙهنداسين ۽ فتح حاصل ڪنداسين. پختو ٿيندو ٿو وڃي.

تنهنجي مهرباني جو تو پنهنجي خط ۾ ڪازان جو ۽ اسان جي دوستن جو ذڪر ڪيو.

مون کي هتي شاعري ڪرڻ جو موقعو نہ ٿو ملي، سڄو وقت مصروف رهان ٿو پر وري بہ سوچيان ٿو تہ ڪجهہ لکان ۽ ڪنهن نہ ڪنهن نموني توکي اماڻي ڇڏيان. مون کي اهو ٻڌي خوشي ٿي تہ توکي منهنجا نظم پسند آهن ۽ تون انهن جو مجموعو ترتيب ڏئي رهيو آهين.

تنهنجي نوازشن جي تمام گهڻي مهرباني. مان آڪٽوبر کان پهريان توکي ڏهہ نظم ۽ گيت موڪليندس ۽ پراڻن نظمن جي هڪ فهرست بہ جيڪا امينہ وٽ آهي.

تہ پوءِ دوست، مايوسي ڇا لئہ. بس انتظار ڪر.

# السلوادور مان هڪ خط

هيءُ نظم السلوادور جي هڪ نوجوان شاعره جا آهن. يورپ ۾ جلاوطنيءَ دوران هن پنهنجو نالو "روچيو ايمريڪا" رکايو هو. جون 1982ع ۾ هوءَ السلوادور ۾ هڪ گوريلا ايڪشن دوران ماري وئي. هن جي نظمن جو هڪ مختصر ڪتاب "ليٽر فرام السلوادور" تازو ئي شايع ٿيو آهي.

هڪبئي کي ڳولين ٿا اسان جا نيڻ
رات آ ۽ سردي آ
اسان ڪجهه ساٿي، آمريڪا هائوس ٻاهران گڏ ٿي
نعرا هڻي رهيا آهيون
اداس ۽ ڪاوڙيل
(منهنجي وطن ۾ هنن چاڪوان، ايوريزڪوردو، بارفرانڪو ۽ ٽن ٻين ساٿين، جن جا نالا مان نه ٿي ڄاڻان، ماري ڇڏيو اٿائون)
مان ڪجهه چوڻ چاهيان ٿي.
مان پنهنجي ڪمزور جرمن زبان جي ڪري
ڪجهه نه چئي سگهيس
مان چوڻ چاهيان پئي:
اسان جي جنگ جاري رهندي
هو اسان کي ڪڏهن به ختم نه ٿا ڪري سگهن
آخر ۾
اسان جون نظرون ٽڪرايون
تنهنجون نيريون اکيون
منهنجي لڙڪن سان ڀريل....
انقلاب اڳتي وڌي رهيو آهي
محبت اڳتي وڌي رهي آهي.

•

آخري لمحن ۾
شايد تون مون کي ياد ايندين
فرشتن جهڙو تنهنجو چهرو
ساگر جيڏيون گهريون تنهنجون اکيون
شايد توکي اهو وقت ياد ايندو
جڏهن تو مون کي پنهنجي اکين سان پهريون ڀيرو ڏٺو هو
پيڊ پربل نظرن سان
يا جڏهن تو
هن پياري عورت جو هٿ دٻايو هو
جنهن جو نالو مان نہ ٿي ڄاڻان
لڳي ٿو مرڻ کان اڳ
اهڙيون سوچون من کي گهيرين ٿيون
آخري لمحن ۾....

•

ٻيو ڪجهہ بہ نہ، بس هڪ خواب آ هيءُ
منهنجي جنون جو
منهنجي وبراڳ جو
۽ منهنجي تنهائيءَ جو
اسان جون شڪليون دهشت پسندن جهڙيون آهن
پر تنهنجي چهري ۾ دهشت پسندي نہ ٿي چلڪي
سڪون سان پربل ٻول ٻولي رهيون آهن
تنهنجا نيڻ
مان توسان گڏ اڪيلي نہ ٿي هجڻ چاهيان
ڪٿي منهنجي واتان ڪا غلط ڳالهہ نہ نڪري وڃي
يا شايد تنهنجي چهري جي شانت واديءَ ۾
ڪا چمي نہ پوکي ڇڏيان ڪٿي.
ٻيو ڪجهہ بہ نہ، بس هڪ خواب آهيءُ
پر ڪڏهن ڪڏهن لڳي ٿو

ڪنهن پيد پريل شڪل جي پنيان
پاڳلن جيان ڊوڙندي ڇڻ
خود پنهنجي حقيقت ڳولي رهيا هجون اسان.
هيءَ ڪهڙي راند آ؟
ڇا اسان ساٿي آهيون
يا سنگتي ساٿي
يا تنهائيءَ جا ماريل روح
جن کي ڪو گڏيل گيت ملي ويو آ
پکيئڙا ويڳاڻا آسمانن ۾ اڏري رهيا هن
چنڊ ڇڻ اداسيءَ جو مجسمو
۽ منهنجي پويان پويان
ڪو ڇهرو ڇڻ مون کي پڪاري پيو
مسڪرائي ٿو ۽ اوجهل ٿي وڃي ٿو
پيو ڪجهه به نه، بس هڪ خواب آهيءُ
تماڪ جو دونهون
گوريلا اخبارن جو گمر تيل ڪو ٽڪرو
آ اسان پنهنجا سندرا ساهيون
۽ وقت جي واڳ سنڀالي وٺون.

# بينجمين مولائيز: آخري لفظ

اهو 18 آڪٽوبر 85ع جو هڪ تابناڪ صبح هو جيڪو ڏکڻ آفريڪا جي نوجوان ڪاري شاعر بينجمين مولائيز جي رت سان اپريو هو. ڏکڻ آفريڪا جي گوري اقليت، سڄي دنيا جي اپيلن جي باوجود شاعر کي ڦاسي ڏئي ڇڏي. ان صبح کان هڪ شام اڳ هن پنهنجي ماءُ سان آخري ملاقات ڪئي ۽ ان بهادر عورت جي ذريعي سڄي دنيا جي ڪاري عوام کي چيائين:

" دنيا کي ٻڌائي ڇڏيو ته هڪ ڏينهن ڪارا ماڻهو، ڏکڻ آفريڪا جا حڪمران هوندا. دنيا کي ٻڌائي ڇڏيو ته اسان سمورين ڏکيائين کي منهن ڏئي ونداسين. سڀاڻ مان پنهنجو رت وهائيندس، انهن ماڻهن جي لاءِ جيڪي پوئتي رهجي ويندا.

بينجمين مولائيز ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ پنهنجا جيڪي آخري نظم لکيا انهن بنان عنوان نظمن جو ترجمو اسان هتي ڏئي رهيا آهيون.

اسان موت کان ڇا ڊڄون
موت ته ڪنهن کي به نه ٿو ڊيڄاري
جيڪو به ڌوڙ مان پيدا ٿيو آهي
ان کي ڌوڙ ۾ ئي واپس ورڻو پوندو
منهنجي موت جو ڏينهن ۽ وقت ۽ طريقو
سڀ ڪجهه طئہ ٿي چڪو آهي
۽ مون کي پنهنجي انجام جي باري ۾
هاڻي ڪوبہ شڪ نہ رهيو آ
شڪ يقين بنجي وڃي ۽ باطن ظاهر ٿي وڃي
تہ پوءِ بندي ۽خدا جو رشتو
ڪمزور ٿي وڃي ٿو

جو باطن جو علم نہ رڳو خدا کي آهي
خدا جيڪو قادر مطلق آهي....

اهي سموريون فوجون جيڪي اڄ تائين
پيش قدمي ڪري چڪيون آهن
اهي سموريون پارليامينٽون جي اڄ تائين
اجلاس منعقد ڪري چڪيون آهن
هن ڌرتيءَ تي انساني زندگيءَ کي
ايڏو تبديل نہ ڪري سگهيون
جيترو هڪ اڪيلي زندگي (جي قرباني) ڪري سگهي ٿي
مون کي فخر آهي پنهنجو پاڻ تي
مون کي فخر آهي پنهنجي ڪيئي تي
منهنجي رت جي بارش
ظلم ۽ تشدد جي آنڌين جو پيڇو ڪندي
مون کي فخر آهي تہ مان پنهنجي زندگي ڏئي رهيو آهيان
پنهنجي هڪ اڪيلي زندگي....

## بينجمين مولائيز جي نالي

**سنيت چوٽرا جو نظم**

نانوَن جو ڪو تعلق نہ آهي منهنجا ياءُ
۽ نہ ئي ان حقيقت جو
تہ مان هيءُ خط توکي
ريلوي ڪيفي مان لکي رهيو آهيان
ڇاڪاڻ جو تون بہ هڪ مسافر آن
ڪڏهن بسن ذريعي سفر ڪندو هئين
گاڏين ذريعي يا پنڌ.

پوليس جي وين ۾ جيل ڏانهن
قدم بقدم
ڦاسيءَ ڏانهن
پر هاڻ تون سفر ڪري رهيو آهين
بنان ڪنهن ويزا يا پاسپورٽ جي
هر جوان دل تائين
ڌڙڪڻ ۾ حصو وٺڻ جي لاءِ
اسان جي رت جي دوري سان گڏ گڏ
۽ اهو سفر ڪڏهن ختم نہ ٿيندو
ڪڏهن ختم نہ ٿيندو....

## ڪيوبا جي صدر فيدرل ڪاسترو جي نالي
### چي گويرا جو آخري خط

فيدرل!

هن لمحي مون کي ڪوڙ ڳالهيون ياد اچي رهيون آهن. جڏهن مان توسان ماريا ان ٽونيا وٽ مليو هئس. جڏهن تو مون کي ساڻ اچڻ جي دعوت ڏني هئي، اهي پريشانيون جيڪي تيارين جي باري ۾ هيون سڀ مون کي ياد اچي رهيون آهن.

هڪ ڏينهن هنن پڇيو هو تہ موت ڪان پوءِ ڪنهن کي اطلاع ڏيڻ گهرجي ۽ ان امڪان جي حقيقت بنجڻ جي احساس، اسان سڀني کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو هو. پوءِ اسان ڄاتو هو تہ اهو احساس درست هو تہ (جيڪڏهن انقلابي پيچ ڊوڙ حقيقي هجي تہ) انقلاب ۾ يا تہ جيت ٿيندي آهي يا وري موت مقدر بڻبو آهي. فتح جي منزل تائين رسندي رسندي اسان جاڪوڙ ساٿي موت جي هنج ۾ وڃي سُتا.

اڄ هر شئي نسبتاً گهٽ ڊرامائي نظر اچي ٿي يا اسان نسبتاً وڌيڪ باشعور ٿي ويا آهيون. پر اها حقيقت، موت جي حقيقت پاڻ کي دهرائيندي هلي ٿي. مون کي لڳي ٿو تہ مون پنهنجي فرض جو اهو حصو ادا ڪري ڇڏيو آهي، جنهن مون کي ڪيوبا جي سرزمين ۽ انقلاب سان

ڳنڍي رکيو هو. ان ڪري مان توکان، ساڻين ڪان ۽ تنهنجي عوام کان، جيڪو ڪڏهوڪو منهنجو تي ڇڪو آهي، موڪلائي ڪريان ٿو.

مون کي رسمي طور تي پارٽيءَ جي قومي ليڊرشپ جي عهدي سان، ميجر جي عهدي سان ۽ پنهنجي ڪيوبن شهريت سان ڪوبہ قانوني ٻنڌڻ هاڻي مون کي ڪيوبا سان نہ ٿو ٻڌي سگهي. جيڪي ٻنڌڻ موجود آهن، اهي هڪ ٻي نوعيت جا آهن. اهڙا ٻنڌڻ جن کي ڪهدن وانگر مرضيءَ سان توڙي نٿو سگهجي.

پنهنجي گذريل جيون کي ياد ڪندي مان سمجهان ٿو تہ مون ڪافي يڪسوئي ۽ خلوص سان انقلابي فتحمنديءَ کي استحڪام بخشڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان ڏس ۾ رڳو هڪ غلطي سرزد ٿي تہ مون توتي ان درجي تائين انحصار نہ ڪيو، جيترو ڪرڻ گهرجي ها. تو ۾ مضمر ليڊر ۽ انقلابي بنجڻ جي صلاحيتن کي سمجهڻ ۾ مون کي دير لڳي.

مون عظيم الشان ڏينهن گذاريا آهن جو ڪريبلن بحران جي عظيم ۽ پر افسرده ڏهاڙن ۾ پاڻ کي عوام سان گڏ هجڻ جي باوقار احساس ۾ مون پنهنجو پاڻ کي توسان گڏ ڏٺو.

وڏي مشڪل سان ڪو سياستدان ايڏو سمجهدار ٿي سگهندو، جيڏو تون انهن ڏينهن ۾ ثابت ٿيو هئين. مون کي فخر آهي ان امر تي تہ مون بي ڪنڪي تنهنجي حڪمن جي تعميل ڪئي ۽ پاڻ کي تنهنجي انداز فڪر سان هم آهنگ ڪيو ۽ خطرن جي وچ ۾ بہ اصولن تي ڪاربند رهڻ جي جسارت ڪيم.

دنيا جون ٻيون قومون منهنجي ناچيز ڪاوشن کي آواز ڏئي رهيون آهن. مان اهو ڪجهہ ڪري سگهان ٿو جيڪو تون ڪيوبا جي سربراهہ هجڻ جي ذميداريءَ جي ڪري نہ ٿو ڪري سگهين ان ڪري منهنجي وڇڙڻ جو وقت اچي ويو آهي.

مان اهو ٻڌائڻ چاهيان ٿو تہ مان اهو ڪم خوشيءَ ۽ ڏک جي مليل جليل احساسن سان ڪري رهيو آهيان. مان هتي قوم لاءِ هڪ معمار جون پاڪيزه ترين اميدون ۽ پنهنجي پيارن مان عزيز ترين ماڻهن کي ڇڏي وڃي رهيو آهيان ۽ مان انهن ماڻهن کي ڇڏي رهيو آهيان جن مون کي هڪ فرزند جي حيثيت ۾ قبول ڪيو هو. ان احساس جو زخم ڏاڍو

گهرو آهي.

مان تنهنجي بخشيل ايمان کي پنهنجي سيني ۾ سمائي، پنهنجي عوام جي انقلابي جذبن سان سرشار، پنهنجي مقدس ترين فرض جي ادائگيءَ جي احساس سان گڏ، جنگ جي نون محاذن تي سامراج جي خلاف، جيڪو جتي به آهي، جدوجهد ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان، اهو احساس گهرن کان گهرن زخمن کي به ڀري ڇڏيندو.

مان هڪ دفعو وري اهو چوان ٿو ته مان ڪيوبا کي هر قسم جي ذميوارين کان آزاد سمجهان ٿو. جيڪڏهن منهنجي آخري لمحن پاڻ ڪي ڪنهن ٻئي آسمان هيٺ ڏٺو ته منهنجو آخري خيال هن ئي عوام ۽ خاص ڪري تنهنجي باري ۾ هوندو. مان تنهنجي تعليمات جو ٿورائتو آهيان ۽ پنهنجي عملن جي انتهائي نتيجن سان ديانتدار رهڻ جي ڪوشش ڪندس.

مون کي هميشه اسان جي انقلاب جي خارجه پاليسيءَ سان سلهاڙيو ويو آهي ۽ سلهاڙيو پيو ويندو. مان جتي به هوندس، پاڻ ۾ هڪ ڪيوبن انقلابيءَ جي ذميداري محسوس ڪندو رهندس ۽ ان ئي احساس تحت عمل ڪندس.

مون کي ان امر جو افسوس آهي جو مان منهنجي ٻارن ۽ پنهنجي زال لاءِ ڪجهه به ڇڏي نه پيو وڃان. مان خوش آهيان ته اهو ائين آهي. مان انهن لاءِ ڪجهه نه ٿو چاهيان جو مان ڄاڻان ٿو ته رياست انهن جي خرچ پکي ۽ تعليم جي لاءِ انهن کي خاطرخواه رقم ڏيندي رهندي.

مان توکي ۽ پنهنجي ماڻهن کي گهڻو ڪجهه چوڻ چاهيان ٿو پر شايد ان جي ضرورت نه هجي. لفظ اهو ڪجهه ادا ڪرڻ کان قاصر آهن جيڪو مان انهن جي ذريعي چوڻ چاهيان ٿو، ان ڪري رڳو اصطلاحن جي استعمال مان ڇا حاصل؟

فتح ڏانهن لڳاتار وڌندا رهو! مان توهان سان پنهنجي سمورين انقلابي خدمتن سان وڪ وڪ تي گڏ هجان ٿو.

— ”چي“

# ڇي گويرا جو خط پنهنجي ٻارن جي نالي

جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن توهان منهنجو هيءُ خط پڙهندئو، ان ڪري جو مان پاڻ توهان وٽ نه هوندس.

توهان مون کي لڳ ڀڳ وساري ڇڏيندئو ۽ جيڪي هاڻي ننڍڙا آهن انهن کي ته مان بلڪل ياد نه رهندس. توهان جو پيءُ هڪ اهڙو ماڻهو رهيو آهي جنهن جيڪو سوچيو، ان تي عمل ٻڌيو. ڀروسو رکو ته هو پنهنجي نظريات سان مڪمل طور تي وفادار رهيو آهي.

هڪ سٺي انقلابي بڻجڻ لاءِ پرورش حاصل ڪريو. ٽيڪنالاجيءَ تي عبور حاصل ڪرڻ جي لاءِ سخت محنت ڪريو. اهڙيءَ ريت اوهان فطرت جي طاقتن تي مڪمل ريت ضابطو حاصل ڪري وٺندئو. ياد رکو ته جيڪڏهن ڪا شئي اهم آهي ته اها آهي انقلاب. ان جي مقابلي ۾ اسان جي ذات، اسان جو وجود ڪا اهميت نٿا رکن ۽ ٻيو ته دنيا جي ڪنهن به شخص سان ٿيڻ واري ناانصافيءَ کي چڱيءَ ريت محسوس ڪريو. هڪ انقلابيءَ جي سڀ کان خوبصورت صفت اهائي آهي.

الوداع منهنجا ٻچڙئو! توهان کي ڏسڻ جي اڄان به اميد آهي. شفقت ۽ محبت ڀريو پيار.

**– توهان جو پاپا**

## انقلابي جنگيون

انقلابي جنگيون بازارن ۾ ڳوڙھا گيس جي مقابلي ۾ پٿرين جي پٿرائو سان نہ وڙھيون ويندیون، نہ ئي پرامن ھڙتالن سان....
نہ اھو حساس انسانن جي جذبات جي لاوي جو اپار ٿيندو جنھن ۾ ٻن ٽن ڏينھن ۾ آمرن جي ظلم جي عمارت ڊاھي ڇڏي ويجي.

## جنگ طويل ٿيندي- خوفناڪ ٿيندي

جنگ طويل ٿيندي، خوفناڪ ٿيندي، جنگ جو ميدان گوريلن جون قلعي بنديون ٿينديون. شھر ھوندا. ظلم سھندڙ ماڻھن جا گھر ھوندا. جتي ظالمن جا ھٿ مجاھدن جي خاندانن کي آسان شڪارگاھ سمجھي وڌندا.
ٻھراڙيءَ جي آباديءَ ۾ مقتولن جو علائقو جنگ جو ميدان بڻبو.
دشمن جي بمباريءَ سان تباھہ ٿيل شھر ۽ ٻھراڙيون جنگ جا ميدان ھوندا ۽ پوءِ فتح- آخري فتح.

- چي گويرا



ھاڻ ٻنيون ڏڪڻ جو وقت آ
ھاڻ رڳو روشني نظر اچڻ گھرجي.

- چي گويرا

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڙَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)